# گستاخ ڪلامي

شاعريءَ جو مجموعو





ڊاڪٽر اديب انقلابي

ڇرچي، چٿر ڪل ۽ ڀوڳ تي ٻڌل طنزيا / مزاحيا شاعري

# گستاخ ڪلامي



ڊاڪٽر "اديب" انقلابي



خدام سنڌ اشاعتي ادارو

ڪتاب جو نالو : گستاخ ڪــلامــي
ليکڪ جو نالو : ڊاڪٽر اديب انقلابي
موضوع : طنزيا / مزاحيا شاعري
ڇپجڻ جو سال : ٢٠٠٦ع
ڇپائيندڙ : اجمل هديٰ ڀٽو
پاران : خدامِ سنڌ اشاعتي ادارو
ڳاڻاٽو : هڪ هزار
ڪمپوزنگ : مقبول ڀٽو
يونيورسل ڪمپوزرس لاڙڪاڻو

ملهه 150 روپيا



Name of book: "Gustakh Kalamee"
Name of Author: Dr. Adeeb Inqlabi
Subject: Humours/Satire Poetry
First Eddition: 2006 A.D
Publisher: Ajmal Huda Bhutto
Published by: Khudaamy Sindh Publication
Copies: 1000
Composer: Maqbool Bhutto
Universal Composers Lakrano - Sindh

PRICE: 150/-

E-mail: dradeebinqlabi@yahoo.com
khudaamysindh@yaoo.com
✆ 92+744042925
92+3003420665



گستاخ ڪلامي

ڊاڪٽر فوزيه شيخ

جي نالي

"پيار" ڪرڻ لئي اهو لازم نه آ

پيار ڪندڙ "خوبصورت" بہ هجن

"بيوقوفي" بس اچڻ گهرجي رڳو

پل نہ هو ڪي "مابدولت" بہ هجن



# ليکڪ جا ڇپيل ڪتاب

- دنيا جا انقلابي ٻار
- ج.س.اا.ف جي ڏهہ سالا تاريخ
- پشتو شاعريءَ جو سنڌي روپ
- ديش دروهي
- قومي آزاديءَ جو مطالعو
- دنيا جا انقلابي ڊاڪٽر
- جي ايم سيد سان ڪچهريون
- سنڌ جي ڪوپائي ڪتا
- سنڌ جا عظيم ويڄ
- نڪ، ڪن ۽ ڳلي جون عام بيماريون
- ٿارچر سيل جي شاعري
- گستاخ ڪلامي





اوهان پوڳن ئي پوڳن ۾ سچ ٿا چئي ڏيو، پر
مون کي پڪ آهي ته اوهان چرچائيءَ جي
روپ ۾ ضرور بچي ويندا

— شيخ اياز





# طنزيا ۽ مزاحيا شاعريءَ جو سفر

ڪيترائي ليکڪ، پنهنجا مقدما پين ڪان



لڳائيندا آهن ۽ اهڙيءَ طرح پنهنجي لکڻين جي کاهڻ تي "قلندر جي ملنگن" وانگر "ڌمر" هڻائيندا آهن. جيڪا سچي حياتي پيا ٻين کي ڏيکاريندا آهن. مگر مان ته پنهن جو مقدس پاڻ لکڻ گهران ٿو. پاڻ ئي چوڻ گهران ٿو، پاڻ ئي وڙهڻ گهران ٿو ۽ پاڻ ئي فيصلو ڪرڻ گهران ٿو. ڇاڪاڻ ته مان پنهنجو پاڻ کي پنهنجي لکڻين، عمل، سوچن، ذهن ۽ ضمير جي معرفت وڏيڪ ئي سڃاڻان ٿو.

۽ ها! مان پاڻ کي "سليماني ٽوپي" نه پارائي آهي ۽ نه ئي جنن جي "اسم اعظم" ۾ لڪايو آهي، نه ئي طنز ۽ مزاح جي اهڙي عينڪ پارائي آهي جو دنيا، جهان جا چهرا ته نظر اچن پر پاڻ کي ۽ ٻين کي پنهنجو چهرو ئي نظر نه اچي!

ڪارلائل به چيو هو ته "وڏو ڪم اهو آهي ته ماڻهو پنهنجي پاڻ ئي اصلاح ڪري ڇو ته ان جو مطلب اهو ٿيندو ته هن دنيا مان گهٽ ۾ گهٽ هڪ بدمعاش ته گهٽ ٿي ويندو!"

طنز ۽ مزاح لکڻ سولو آهي يا ڏکيو آهي،



منهن جو ان بحث ۽ مباحثي سان ڪجهه به نه وجي پر مان ته هي ڪل، پوڪ، چرچي ۽ چٽرلي بدران طنز ۽ مزاح ان جي لاءِ ٿو لکان جو ان ۾ مون کي مزو ٿو اچي ۽ ان سان گڏ ۾ هن هڻ هٽان جي دور ۾ وقت ته ڪنجي وڃي ٿو. پيو ته سنڌي ادب ۾ ان جي وڏي اٿاڪ آهي ۽ وڏي ڳالهه ته هن ۾ افسانن، ڪهاڻين ۽ شعرن وانگر گهڙيل، تراشيل سوچيل سمجهيل يا زوري آندل ڪردارن جي بجاءِ اسان جي اکين جي آڏو آيل ڪردار، پنهنجي سُٺن ۽ برن عملن سان ڪڙا تڙا بيٺل آهن، جيڪي زندگيءَ جي انهن برابرين کي هڪ انداز سان آئينو ڏيکاري رهيا آهن.

طنز ۽ مزاح جي لاءِ اهو لازمي آهي ته اعتدال برقرار رهي. ذاتي دشمني ۽ عناد جو ڪٿي به اظهار نه هجي، چاڪاڻ ته اهڙي شاعري وري "هجويانا شاعري" جي زمري ۾ اچي وڃي ٿي. جيئن عربي ٻوليءَ جي "جاهلانا دور" جي گهڻو ڪري شاعري آهي. وري ٻي طرف جيڪڏهن طنز ۽ مزاح جي لاهي تان



ترڪي پوي ٿي ته "فحش شاعري" ٿي پوي ٿي!
جيئن سنڌيءَ ۾ "ورپل" جي شاعري آهي يا عربيءَ
جي امراءالقيس جي شاعري يا وري جيڪڏهن
ڪنهن ڇاپي جو مظاهرو ڪري ٿي ته اها رڳو
"مشڪري واري شاعريءَ" ٿي سڏجي ٿي جيئن
گهڻو ڪري پارت جي اردو شاعري آهي. مطلب ته
طنز ۽ مزاح، سئيءَ جي پاڪڙي مان اٺ ڪي لنگهائڻ
جي برابر آهي!

اردو ادب جي عظيم مزاح نگار مشتاق احمد
يوسفيءَ جو چوڻ آهي ته "طنز ۽ مزاح نگاري ڇهين
حس جو نالو آهي هيءُ هڪ سفلي عمل آهي، جيڪو
ابتو ٿي پوي ته معمول جي بجاءِ عامل پاڻ ٿي مارجي
سگهي ٿو!"

"طنز ۽ مزاح" جڏهن به ڪتابن ۽ رسالن ۾
پڙهجي ٿو، ٽي وي، تي ڏسجي ٿو يا وري محفلن ۾
ٻڌجي ٿو ته ضرور کلجي ٿو ۽ وري جڏهن پنهنجي
منهن سان پنهن جي ٿي آپل کل تي سوچجي ٿو ته
روئڻ اچي وڃي ٿو.

مشتاق احمد يوسفيءَ جي لکڻي موجب؛ "منهنجو



عقيدو آهي ته جيڪا قوم، پاڻ تي دل کولي کلي سگهي ٿي، اها ڪڏهن به غلام ٿي نه ٿي سگهي."
ته ڇا سنڌ واسين جي غلاميءَ جو هڪ اهو به سبب آهي جو سنڌي ادب ۾ طنز ۽ مزاح جي اڻاٺ آهي؟! ۽ سنڌي ڳوٺاڻي ڪچهرين ۽ اوطاقن، ميلن ۽ ملاڪڙن مان اها شيءِ وڃائبي پئي وڃي؟! ايتريقدر جو اسان وٽان "سڀ جو مانڊو" به ختم ٿيندو پيو وڃي ۽ ڪو به نڪ تي مک نه ٿو سهي ۽ نه ئي پاڻ تي تنقيد ٻڌڻ لاءِ تيار ئي آهي.

اڄوڪي دور ۾ طنز ۽ مزاح، بنان آواز وارو هٿيار (Silent weapon) جي طور تي ڪتب اچي ٿو. سندس افاديت جو ادراڪ حاصل ڪندي دنيا جي سپر طاقت "آمريڪا" جي ساڃاهه وندن، ڪيس آمريڪا ۽ سوويت يونين جي "سرد جنگ" دوران ساميا واد (Communism) جي خلاف وڏي موثر طريقي سان استعمال ڪيو هيو. هنن، "ساميا واد" ۽ "سوويت يونين" يا "روس" جي لاءِ اهڙا ته لطيفا ٺاهي سڄي دنيا ۾ ڦهلائي، پرچار ڪئي جنهن جو



ماڻهن جي ذهنن تي وڏو اثر ڇڏيو ۽ اڳين چوڻ ته، ڪو به وڏاءُ نه ٿيندو ته سوويت يونين جي شڪست ۾ انهن "آمريڪي لطيفن" جو به ڪنهن نه ڪنهن حد تائين عمل دخل هيو.

ننڍي کنڊ ۾ به انگريز راڄ دوران، انگريزن جي تهذيب جي عيبن کان عوام کي آگاهه ڪري، غلاميءَ جي خلاف، نفرت جو اظهار ڪندي، آزاديءَ لاءِ ماڻهن کي اتساهيو ويو. سنڌ ۾ انگريزي نظام، سنڌي ٻولي، ثقافت سان گڏ مقامي ڪماشتن، راشي آفيسرن، لڙڪائو ملن، پيرن، فقيرن، ڀاون، ڀانڊن ۽ موالين جي ڪرتوتن جا بکيا پڻ اڌيڙا ويا.

بيٺڪيت (Colonialism) ۽ آمريت جي دور ۾ جڏهن سوچن تي پهرا، زبانن تي تالا، اکين تي پٽيون ۽ قلم قابو هجن، ٻڙڪ ٻولڻ تي سزائون هجن اتي "طنز ۽ مزاح" جي وسيلي کان سواءِ اظهار جي ٻي ڪا به صورت ناهي هوندي. ان وقت رڳو طنز ۽ مزاح جي هٿيارن سان هٿيار بند ٿي "آپشاهي" تي حملا آور ٿي سگهجي ٿو. طنز



۽ مزاح هڪ اهڙو هٿيار آهي جنهن هٿيار جي لاءِ ڪنهن لائيسنس (Liecence) وٺڻ يا رکڻ جي ضرورت ناهي هوندي ۽ نه ئي وري ان جي هر سال تجديد ڪرائڻ جي ضرورت پوندي آهي. ان کان علاوه هي اهڙو ته هٿيار آهي جنهن جي هلائڻ تي ڪو قلم به لاڳو ٿي ناهي. هي سماجي سرشتي جي خلاف بغاوت به آهي پر مٿس ڪو بغاوت جو مقدمو به دائر نه ٿو ٿئي!

جنرل ضياءُ الحق جي مارشلائي دور ۾ ظرافت نگارن، حڪومت جي خلاف ڀوڳ ڀڻي ٻڌايا، تڏهن سنڌ جي مهان ڪوي شيخ اياز ڪين مخاطب ٿيندي چيو هو ته "اوهان ڀوڳن ئي ڀوڳن ۾ سچ ٽا چئي ڏيو، پر مون کي پڪ آهي ته اوهان چرچائيءَ جي روپ ۾ ضرور بڇي ويندا!"

پراڻي سمي، جڏهن نه ئي هيون اخبارون ۽ رسالا، نه ئي هيا ريڊيا ۽ ٽي وي، نه ئي هيا ڪمپيوٽر ۽ پريسون، تڏهن اوطاقن، ميلن ۽ ملاکڙن ۾ چرچاين جي چرچن، لطيفن، طنزيا ۽ مزاحيا شاعري جي وسيلي ٿي سماج تي تنقيدون



ٽيڪيون هڻن ۽ تنقيدن جي وسيلي ئي اصلاح ڪندي هئي.

مان به هي ۽ کل، ڀوڳ، چرچي ۽ چٽڀ تي ٻڌل طنز ۽ مزاح ان جي لاءِ به ٿو لکان جو هن سان مون کي پنهنجو پاڻ تي ۽ عام رعايا تي اهڙو نه اخلاقي اثر پوڻ جي اميد آهي، جيڪو "قومي سڌاري" ۾ ڏکمين تقريرن ۽ تحريرن مان پلئه نه ٿو پئجي سگهي!

اسان جي اوطاقن ۾ پلي ڳالهيون، ڏور ۽ ڳجهارتن وارا، ڳائڻ ۽ وڄائڻ وارا، ڪمي ۽ ڪاسبي، وڏيرا ۽ ڪمدار، ملان ۽ موالي، ملهه ۽ ٻلهاڙي جا رانديگر موجود هجن، پر اتي جيستائين ڪو "ڀوڳائي" اچي وارو نه وٺندو آهي تيستائين ماحول آرام ده (Relaxed) ۽ تازو توانو (Refresh) نه ٿيندو آهي.

قديم دور جي شاهاڻي درٻارن توڙي، امير، امرائن جي محفلن ۾ طنز ۽ مزاح پيدا ڪرڻ لاءِ ظرافت نگار "سماجي منصب" سان، عالمانا زبان ۽ ادب سان ئي عهدن تي پهچندا هئا. بقول مولانا



حاليءَ جي ته "مزاح جو زبان سان گھڻو گھرو تعلق آهي" مزاح، زبان جي ناقدانا علم ۽ ماهرانا استعمال کان سواءِ وجود ۾ نہ ٿي اچي. سو مزاح سدائين زبان ۽ سماج جي تعامل واري نقطي (Intersection) سان پيدا ٿئي ٿو، جتي انسان هڪ ئي وقت حيوان ناطق ۽ حيوان ظريف جي حيثيت سان وجود ۾ اچي ٿو. ڪوئي به ماڻهو جيڪو زبان کي نہ ٿو ڄاڻي يا وري پنهنجي سماج جي انسان کي نہ ٿو سڃاڻي، اهو مزاح تخليق ئي نہ ٿو ڪري سگهي. اهو ئي سبب آهي جو طنزيا يا مزاح نگار، نہ رڳو زندگيءَ جي مسئلن جي طرف توجهہ ٿو ڏياري پر پڙهندڙ ۽ ٻڌندڙن کي ٽهڪ ڏيڻ تي مجبور ڪري ڇڏي ٿو.

شهنشاهہ اڪبر جي دربار جي "نو رتنن" مان بہ ٻہ ملا دو پيازو ۽ بيربل، سنڌ جو وتايو فقير، عرب دنيا جو شيخ چلي، هالي ووڊ جو چارلي چپلن، ترڪيءَ جو ملا نصرالدين وغيره تاريخن جا اهڙا لازوال ڪردار آهن، جيڪي زندگيءَ جي مسئلن ڏي توجهہ ڏيارن ٿا.





اڙدو جي مزاح نگار شاعر دلاور فگار پنهنجي ڪتاب ۾ هڪ واقعو لکيو آهي ته لنڊن جي اسيمبلي House of commons ۾ ڪنهن ميمبر ڪاوڙجي چيو هو ته: Half the members of this house are fool (هن ايوان جا اڌ ميمبر احمق آهن)

ان تي پارليامينٽ جي اسپيڪر ان تبصري کي "پارليامينٽ جي بيعزتي" قرار ڏيندي چيو هو ته The remark is un- parliamentarian. The honourable member must withdraw his words. (تبصرو غيراخلاقي آهي. ان لاءِ معزز ميمبر پنهنجا لفظ موٽائي وٺي.)

جنهن تي ميمبر فورن جواب ڏنو هو ته: Yes. I am sorry for my remark & I withdraw my words. Now I say that half the members of this house are not fools.

(جي ها. مون کي پنهنجي بيان تي افسوس آهي. مان پنهنجو بيان موٽائي ٿو وٺان ۽ مان هاڻي چوان ٿو ته هن ايوان جا اڌ ميمبر احمق ناهن)

يعني ڳالهه ته ساڳي ئي چيائين پر رومال ۾



ويڙهي!

ڪل، يوگ، چرچي ۽ چنرتي بڌل لمز ۽ مزاح ان ڪري به مان لکان ٿو جو هي، "روحاني ارتقا" جو هڪ وسيلو به آهي. ڪلاڊي روئي، وري لمز ۽ مزاح کي "محبت جي تصور" جي حوالي سان ڏسي ٿو. سندس ويچهو ڪنهن به ذات سان وابستگي، جو نالو محبت آهي ۽ لمز ۽ مزاح، پنهنجي ذات سان عدم - وابستگي (Self detechment) جي هڪ شڪل جو نالو آهي. هي هڪ طرح سان پنهنجي وجود، پنهنجي محرومين ۽ ناڪامين تي پاڻ کان الڳ ٿي ڪري نظر وجهڻ جو نالو آهي. هن مفڪر جي راءِ موجب، جيڪڏهن توهان سچ پچ محبت ڪرڻ چاهيو ٿا ۽ اوهان کي سچ پچ لکڻ جو ڏانءُ به اچي ٿو ته انهن ٻنهي جو نتيجو ساڳيو آهي. هن تجزئي جو بنياد ان ڳالهه تي آهي ته ماڻهو جيستائين پنهنجي ذات کان بالاتر ٿي نه سگهندو، تيستائين روحاني بالیدگي ۽ اخلاقي ارتقا نه ٿو حاصل ڪري سگهي! ان طرح سان محبت ۽ مزاح ٻئي اسان کي پنهنجي ذات کان بالاتر ٿيڻ جو احساس



ڏيارن ٿا.

دنيا جي وڏن عالمن، اديبن ۽ پيغمبرن جي زندگيءَ کي پڙهبو ته، وٽن طنز ۽ مزاح جي حس ضرور موجود هوندي هئي. اسلام مذهب جي پيغمبر حضرت محمدؐ وٽ ڪو سائل آيو ۽ ڪائنس سواري لاءِ اٺ گهرڻ لڳو ته رسولؐ کيس چيو ته مان توکي رڳو اٺڻيءَ جو ٻچو ئي ڏئي سگهان ٿو. پر هو چوڻ لڳو ته "يا رسول الله مان اٺڻيءَ جي ٻچي کي ڇا ڪندس؟!" رسولؐ مرڪي چيو "پر مان ته ٻچو ئي ڏئي ٿو سگهان." آخر سندس بيحد اسرار تي فرمايائون ته "هر هڪ اٺ، ڪنهن نه ڪنهن اٺڻيءَ جو ٻچو ئي ته هوندو آهي!"

هڪ ڀيري ڪنهن ڪراڙي مائي رسولؐ وٽ اچي عرض ڪيو ته "يارسول الله، دعا ڪريو ته مان جنت ۾ وڃان" رسولؐ فرمايو ته "ڪراڙيون جنت ۾ نه وينديون!" ان تي مائي روئڻ لڳي ته رسولؐ فرمايو، "جنت ۾ ڪابه ڪراڙي نه هوندي، انڪري جو خدا کين نوجوان ڪنواري ڪنيا ڪري جنت ۾



داخل ڪندو."

اڄوڪي هن ڏکئي دور ۾ ماڻهن کي طنز ۽ مزاح جي اشد ضرورت آهي. جڏهن ماڻهن جون دليون دردن سبب زخمي هجن، ته طنز ۽ مزاح ئي انهن تي ڦها رکي سگهي ٿو جڏهن ماڻهن جي اکين ۾ ڳوڙها هجن ته طنز ۽ مزاح ئي کين کلائي سندن ڳوڙها اگهي سگهي ٿو ۽ جڏهن ماڻهو ڪوڪون ۽ دانهون ڪرڻ لڳن تا ته هي وري کين هٽائي سگهي ٿو ۽ جڏهن همڙين حالتن ۾ ڪوئي کُلي ۽ دل سان روئي به نه ٿو سگهي ته اتي هي ئي کلڻ جو موقعو ڏئي سگهي ٿو. ان ڪري هي "خير جو ڪم" ڪري ٿو. ان کان علاوه طنز ۽ مزاح جي روپ ۾ ماڻهن کي فڪر جي دعوت به آهي. ان ڪري اڄ جي دور ۾ مرڪون ورهائڻ، نيڪيءَ جو ڪم آهي بلڪ "قلبي عبادت" آهي. ڪنهن جا ڏک دور ڪرڻ يا ڪن پل جي سهانا ڏيڻ به اعليٰ قسم جو "حقوق العباد" آهي! رسول ﷺ جي حديث آهي ته:

**وَ تَبَسمک فِي وَجھ اخک صدقته**



(پنهنجي پاڻ جي آڏو مرڪڻ به هڪ نيڪي آهي)

اڄوڪي جنگ ۽ جدل جي دور ۾ جڏهن هرطرف جنگ جا ڪڪر ڇانيل هجن، ميزائل ۽ بم، لينڪون ۽ ٽوپون، رڳو آڱر جي اشارن جا منتظر هجن ۽ سڄي انسانيت بارود جي ڍير تي ويٺل هجي، زمين ۽ سمنڊ ته ڇڏيو پر خلائون به جنگي مشقن جي هٿان يرغمال بڻيل هجن، اتي چيني ٻولي جي هڪ اديب لن يوٽانگ جي چوڻي ياد ٿي پوي ته "جيڪڏهن جنگ ٿيڻ واري هجي ته جنگ جوليندڙ ملڪن جي طنز نگارن ۽ مزاح نويسن کي فيصلو ڪرڻ لاءِ گڏ ڪيو وڃي ته ڪڏهن به جنگ شروع ٿي ئي نه سگهندي." ان طرح سان طنزنگار، انسان دوست بڻجي اسان جي آڏو اچي ٿو.

- ڊاڪٽر "اديب" انقلابي



جنهن معاشري مان آزادي، انصاف ۽ ماني
کيو گهٽجي ويندو آهي ته اتي طنز ۽
ڪاوڙ وڌي ويندي آهي

ـــ سيد محمد جعفري



## ٻه شاديون

ڪمر جا ٽانوَ ٻه مَلُڻا پوندا
"ٽـــارن" واري ڄهال ڇوي ٿي
"هـڪ" ڄـا ٻار پيو پرچايان
"سالجڻ" لئي "ٻي زال" ڇوي ٿي

## زال / سالي

ڪـا تـه ڳـڙ ٻـڙ ٿـيـٺي آخرڪـار آ
ڪـالهه ڪان جو ڪاٻي اڪ ڦڙڪي پئي
"زال" پنهنجيءَ تي ٻُڏي ٿي اڪ نه ٿي
"ساليءَ" لئي دل زور سان ڌڙڪي پئي





## ووٽر

ڀــــراڙيـــــن ۾ مَـس مَـس آهـــي
سـيـٺ وڏي جــو مــوٽــر نـڪـتـو
ڪنهن کي ياڪر، ڪنهن کي خـرچـي
جـيـڪـو جـيـڪـو "ووٽر" نـڪـتـو

## ميرن جو چڪ

ٻُـت سُـڄـي ٿـي پـئـي ٿـو ڳاڙهو
"ميرن" جو جِت "چڪ" لڳي ٿو
"يـارهـن هـزارن ووٽـن" واري
جـڻ بجلـيءَ جـو ڏڪ لڳي ٿـو



## نڪ جا وار

هر ڪو ڪم تنهنجي حڪم تي ٿو ڪيان
ڪـر نـہ جانـان مون سان هائي ٿي ٿڏا
"مُـڇون" ڪـترايـون اٿم، ناهن مُڇون
"وار"، "نـــڪ" جـا ٿـي ويـا آهـن وڏا

## عادي ڏوهاري

ادب، سيـاسـي يا مـذهبي، ڏڻ ڏهاڙو
هجي "موت" يا "شادي"، موجـود آهـن
شروع ڪان تہ "عادي ڏوهاري" بڻيون ٿا
"صـدارت ڪنـدڙ عـادي" موجود آهن





## نيون لوليون

فرسوده ويچار بدلجي ويا
نئين صديءَ تي جي لهن ٿي ڪو نه ٿا
"ڊسڪو گانا" ٿيون هلائن مائرون
ٻار "لولين" تي سمهن ٿي ڪو نه ٿا

## قومي ڏک

قوم تي جي وقت اوکو ٿو اچي
ڪي وڃي لنڊن وسائن ٿا پيا
"قومي ڏک" ۾ پيا وري بيمار ٿي
اسپتالن ۾ گذارن ٿا پيا



# خالي ڪيسا

"ڪيسي" ۾ "پائي" ناهي، "شهپر" وڻيون پيا
جيون ڪي ٿا گذاريون دلاسا ڏئي، ڏئي
ڪاهه رات ڪان نه آيو آ "سهڻو" وري نظر
سمجهي ويو آ شايد، پاسا ڏئي، ڏئي

## مصلحت

"شيطان" بي ته نيٺ خدوخال ٿو رکي
سيني ڪمن ۾ آهي خدا، مصلحت رکي
"حزبِ مخالفت" ۾ نه ٿو ويهي ان ڪري
"اسلام"، "اختلاف" کان آهي منع ڪئي



# سچ پٽري جو ڪمال

ھاء - گھوڙا، دانھن - ڪوڪون، اڀ ڦاڙ
پڇن وينا سوال مٿان پيو سوال
جنھن نہ ڪئي ھئي چوري، تنھن بي باسيو
ٽالي حبي آ "سچ پٽري جو ڪمال"

# ڪڙين جو ڪڙڪو

ڪنھن جو ويڻ، ورونھن ٽئي ٽو
ڪنھن جي ڳالھائڻ ۾ دڙڪو
ساھہ، منين ۾ بند ٽئي ٽو
ٻڌندي "ڪڙين وارو ڪڙڪو"



# شادي / خودڪشي

جيئن ٺي "بوتيڪ" ڪلندا ٿا وڃن
رهيو ڪاري ۽ اڇي ۾ فرق ناهه
شادي ڪانپوءِ هرڪو چوندو ٿو وتي
"شادي" ۾ ۽ "خودڪشيءَ" ۾ فرق ناهه

# سوٽيءَ جو ڪمال

مڙس وٽ روئڻ آ ميڪپ جو زيان
پاڻ کي جيڪو نه ٿو ڏوهي ڪري
"سوٽيون ۽ سينڊل" جي زالن کي آهن
مڙس ڪڏهين بي نه ٿو گوهي ڪري



("انڊن" جو "ڪرڪيٽ ليگ ورلڊ ڪپ" کٽڻ
بلاشڪ "پاڪستان" جي لاءِ هڪ اعزاز آهي)

— هڪ خبر

# اعزاز

"روشنين" ۾ ڪجهه نظر نه ٿو اچي
"رات" جي ويڙهاند ۾ اڳتي آهيون
"سڄڻ" سان توڙي پڇي ناهيون سگهيا
"انڊن" واري راند ۾ اڳتي آهيون







## ناني ويڙهو

هڪ ڇيو ٻي لئي آ "دانشور" وڏو
ٻي وري پهرين کي چيو "شاعر" وڏو
پاڻ ۾ ويهي، ورهائي سڀ خطاب
ٿي وڌائون زور سان ڀاڪر وڏو

## چار عنصر

مرد کي گهر ۾ رڳو ڪاوڙ، غصو
جنهن سان پير ڪجهه ٻي ملايل ڪونه آ
باهه ٿي بس باهه مان آهي ٺهيل
"چئن عنصرن" مان ٺهيل ڪونه آ



## نسل پرستي

پوڻڪندو هڪ کي ڏسي پوڻڪن پيا
جڻ ٻپا مشاعرو لاڳاني آ
سوٽ - بوشرٽن تي پونڪن ٿا گهڻو
"نسل پرستيءَ" جو "ڪتو" نشاني آ

## فيشن تي ٽيڪس

عورتن جي جبل جيڏي خرچ تي
جهيلهه مردن جي ٻکي جو ڪونه آ
ڪار، ٽي وي، فرج تي آهي لڳل
"ٽيڪس"، "فيشن" تي لڳي جو ڪونه آ



# چڙيا گهر

ٽيم، ٿي وٺي تيار آ ڪرڪيٽ جي
عجب جهڙو هيءُ منظر ٿو لڳي
"شادي" کان پهريائين جيڪو "گهر" هيو
"شادي" ٿيندي ئي "چڙيا گهر" ٿو لڳي

# ڪن ۽ وات

"مرد، هڪ مان ٿا ٻُڌي، ٻي مان ڪڍين"
هيءُ خبر پُڄي وئي "مسهات" مان
ٻي طرف مردن چيو: "هي عورتون
ڪنن سان ٻُڌي، ڪڍين ٿيون وات مان"



## اصلي عيد

هٿن ۾ ڪُنچي جهلي، بازار ۾
"گُنڍي - ڪپ" ها تاڙ ۾ ڪوڙن جي لئي
گهر ٻهاري ويا، صفائي سان سڀو
آئي "اصلي عيد" آ "چورن" جي لئي

## شرم ۽ عمر

پڙدي پويان "شرم" لڪندو هو اڳي
هاڻي "ميڪپ" ۾ لڪائن ٿيون پيون
جوان ۽ اڌڙوٽ ڪي ڇڏيو، مگر
"عمر"، ڪراڙپ ۾ لڪائن ٿيون پيون

گستاخ ڪلامي



## رضاڪار

وزارت جي لئي پاڻ کي پيش ڪيان ٿو
مان هر دور جو هڪ "رضاڪار" آهيان
اليڪشن ۾ ڀتوڙي ٽڏيل آهيان، تہ بہ
"وزيرِ اعظم" جو "صلاحڪار" آهيان

## شجرڪاري

"چنيسر" هيو "ڪونرو" جي هنج ۾
هتي "هار" تي "ليلا جو ور" ڪپيو
ضرورت نہ ڪنهن "پالي - وڻ" جي رهي
"شجرڪاري" لئي "بالا افسر" ڪپيو



## مخلوط تعليم جو فائدو

"ڪتبخانن" ۾ بچي ٿي جاءِ ناهه
"ليڪچر" هڪ ٻي وڃائن ٿي نه ٿا
فائدو هي آ "گڏيل تعليم" جو
ٻي طرف نينگر نهارن ٿي نه ٿا

## قائدِاعظم سان محبت

قوم کي "قائد" سان محبت آ گهٽي
جنهن جهڙو مثال ڪو ملي نه ٿو
داخلائون، نوڪريون يا ڪو به ڪم
"قائدِ اعظم" سوا هلي نه ٿو



# رشوتي ڪامورن جو عقل

"عقل"، "رشوتي ڪامورن" ۾ آ جيڪو
سيائپ نه سا، ڪنهن به وڪيل ۾ آ
ٿمي رود. رستا ويا، اسپتالون
ترقي ڏيکاريل هي "فائيل" ۾ آ

# ڪرڪيٽ

"عيسيٰ" کي ٿا ڪن ياد، "علي؏" کي ٿا سنيالن
ڪني "پير"، "فقيرن" جا وري واسطا ڏين ٿا
"ڪرڪيٽ" ۾ جڏهين به ڪو "آئوٽ" نه ٿو ٿئي
يارهن ئي ڄڻا "فيلڊ"٭ اندر دعائون گهرن ٿا

---

٭ راند جو ميدان Field



(پاڪستان جي صوبائي ۽ قومي اسيمبلين جي لاءِ رڳو "گريجوئيٽ" اميدوار ئي بيهي سگهن ٿا، پوءِ ڪٿي اهي "ديني مدرسن" جا ئي پڙهيل ڇو نه هجن)

— پاڪستان جي صدر، جنرل پرويز مشرف جي طرفان ڪرايل اليڪشن ٢٠٠٢ع جو قانون

## مدرسن جا طالب

مسجدن ۾ جي نه ويا، ڪلهه نه جن کي ياد هو سي اليڪشن ڪٽڻ لئي "طالب" "مدرسن" جا ٿيا "شهادت العاليا" ۽ "العالماليا" سندون وٺي ملڪ ساري جا "وڏيرا"، "مولوي" بڻجي ويا



## قومي نمائندا

ٽانگي ۾ ويٽنل ته ڪي پياده آهن
جون ٿا ته به "قومي نمائنده" آهن
ملڪ ۾ آدمشماري جو ڪٿي
"ماڻهو" ٿورا، "پارٽيون" زياده آهن

## فون جي گهنٽي

شل هجي ڪا چوڪري، دعائون گهريس
صاف ۽ شفاف ڳالهائي سگهان
جنهن مهل "گهنٽي" وڄي ٿي "فون" جي
وات پنهنجي ڪي مان ڌوئي ٿو اچان





## جانورن جي درندگي

بـي دلـيـن تـي ڪيئن ڏجي ميار ڪا
دل وارا بي، دلين کان دوري ٿا ڪن
"جانـور جـي درنـدگـي" شيوو نه آ
"مرد" پڻ تن جي ڪمي پوري ٿا ڪن

## ختمي جو يت

پـنـه ڏئـي قـيـامـت ڏهـاڙي جـو مُـلـو
آهـي سـب جـو سـاهـه سـت ڪائي ويو
پـلـٽـي مـاري جيـئن ويـنـو قـالـهـه تي
لـپـاٽ ئـي "خـتـمـي جو يت" ڪائي ويـو



## شاعر ڪي جواب

ڪڇري ۾ هڪ ڪري "سُو، سُو" چيو
"ڳري، ڪاٺي آيو پڪوڙو آهيان
مان آهيان "شاعر" ۽ تون تعرف ڪراءِ"
ٻي چيو: "ٻير مان صفا ٻوڙو آهيان"

## ميل ڊامیننس

"ميل ڊامیننس"✧ جي آهي دنيا
"نار" جي نالي سان ڪرنهي ڪو ذڪر
"نر" ملي ٿو هر هڪ عهدي پٺيان
"ڊپٽي ڪمشنر" "ڪمشنر"، "گورنر"

---

✧ مرد جي برتري Male dominance



## قومي درد

مهانگائي وڌي وئي ملڪ ۾ ايڏي
جو هڪڙو فرد ويو ٿي فرد کي کائي
ٿلهو ٿيندو وڃي ٿو "قوم جو قائد"
سڄو ڏينهن - رات "قومي درد" کي کائي

## رعايا جي چمڙي

کلون ميون جون پٺن تي وڪامن ٿيون
ڏسو "ميوي جي کل" ڪيڏي مهانگي آ
مگر شاباس آهي ته ٻه حڪومت کي
"رعايا" جي ڪئي "چمڙي" سهانگي آ





## بيت الخلا

رشيا "روسي" ۽ "امريڪي"، خلائن ۾ ته ڇا ٿي پيو
ھو "ذھني ماليخوليا" ۾ ھميشه مبتلا آھن
اسان اڄ ۾ ئي صدين کان "خلائن" ۾ رھون ٿا پيا
مسلمانن جي گھر ۾ اڄ ئي "بيت الخلا" آھن

## شيطان تي پڻڪو

ڀلي تبليغ لئي ملان، وڃن امريڪا، يورپ ڏي
ڀلي سڀ شوق پورو ڪن، گھمڻ جو ۽ گھمائڻ جو
ڊڄي "شيطان" کان ھرڪو، ڪري ٿو پير جُھڪي سجدا
اصل "شيطان تي پڻڪو" آ، "مسلمان" ٺاهڻ جو





## ٻڪري جي ڪيسٽ

پوري ٿي ٿي ڪا نه ڪا پگهار مان
قرض ٿي ٿي پاڻ پڏايان پيو
رعب "پاڙي" تي وجهڻ لئي، گهر اچي
"ٻڪري جي ڪيسٽ" کي هلايان پيو

## ڊپلوميسي فن

سيڻي چون ٿا ته ٿيندو ڪامياب
هي جو سياست ۾ ٿيو ظاهر آهي
"جهڻن زالن" سان جو گذاري پيو
"ڊپلوميسي فنن" جو ماهر آهي



## فون نمبر

"ليڪچرن جا حال" خالي پيا آهن
"ڪينٽينون" تي ويون آباد سڀ
سبق هڪڙو بي نه ڪنهن کي ياد پر
"فون نمبر" ڇوڪرين جا ياد سڀ

## پئسي جي اهميت

توڙي جو هرڪو ڪري وڏو گلا
پوءِ به مون کي ڪا شڪايت ڪونه آ
تو وساريان "قرض"، ماڻهن کان کڻي
منهنجي لئي "پئسي جي اهميت" ڪونه آ



## سياڻو رشوائي

اڄ ٿي سڄي "چانهه ۽ پاڻي"
"رشوت"، لفظ پراڻو ٿي ويو
نئين لفظن سان ڏوڪو ڏيئي
"رشوائي" خود "سياڻو" ٿي ويو

## ٽاٽن جو حال

"نانءُ" پيمي پوءِ در کولن ٿا
ملڪ گير هڙتال جو آهي
ماڻهو آخر ڪاڏي ويندا
"ٽاٽن" جو هي حال جو آهي



## ڊِل

مِلي ٿو پيسڻ جو پاڻي ٻه پٿن تي
۽ "سَوَ جو نوٽ" آهي جڻ "نِنڍِي پائي"
"هوا" کائڻ تي آهي "ڊِل" پورڻ واري
وڏي وڏي ملڪ ۾ ڪيڏي مهانگائي

## بسنتي رت

"بسنتي رُتِ" آئي آ، هوائن ۾ "لغڙ" آهن
خوشي جي مرڪ ڦهلي آ، عشاقن، نوجوانن تي
ٻنان ڪنهن خوف خطري جي، ٻنان ڪنهن ڏپ ڊائن جي
صبح جو، لاک منجهند جو چڙهن وڃنا ٿا "ڪرڻ" تي





## اصل / نقل

"اصل" جي بدران "نقل" تي زور آ
ڪا رهي صورت به خالص ڪونه آ
"مرد" هر ڪنهن کي اچي ٿو سمجهه ۾
ڏسڻ ۾ "عورت" به خالص ڪونه آ

## ڪسرت

جيئن ڦيرائي ڄنگهون، ٻانهون، مٿو
سموري عضون جي ڪسرت ٿي ڪجي
گار ڏئي، چغلي، گلا خوري ڪري
وات ۽ خيالن جي ڪسرت ٿي ڪجي



## نشئي

اونڌي منهن، فوٽ پاٿ تي ڪريل هيو
رستي تي هڪڙو "نشي" وارو ڏٺم
ڪش، ٻاٽلي، فون ۽ سواري جي
هر معاشي فڪر کان آجو ڏٺم

## ڪلوننگ

رهجي ويون ڪئي عورتون، "شاديءَ" سوا
"ڪنوار" لفظ جو سور دل ۾ پي ويون
ٻار، "ڪلوننگ"✧ منجهان پيدا ڪري
"مرد" آخرڪار "مائر" ٿي ويون

---

✧ هنراڻو طريقي سان، ٻار پيدا ڪرڻ Cloning





## ميڪپ

"ميڪپ" ڪرڻ سان گهنج اُتس سڀ لڪي ويا
ڏيکارجڻ ۾ سيني کي "ناٽي"✧ لڳي پئي
پاڙي واريءَ کي چا نه ٿو دعوت تي مان ڏسان
"باجي" لڳي رهي آ، جا "آنٽي"✗ لڳي پئي

## بيگم جي بددعا

"بيگم جي بددعا" جو اثر ٿيڻو ٿي نه آ
"مظلوم جي دعا" کي ٻُڌي ٿو خدا رڳو
عورت، "سورهن سينگار" کان واندي نه ٿي ٿئي
۽ مرد، "رانڌلي" کي ڪري ٿو صفا رڳو

---

✧ شرارتي (Naughty) ✗ ماسي (Aunty)



## ڪسٽم جي نوڪري

وڏيري جي اولاد آهيان، انهيءَ لئي
وڏي نوڪري مون کي مطلوب آهي
اگر "نوڪري" آهي "ڪسٽم" جي ڪائي
ته ان جي "پنيوالي" بي خوب آهي

## تعليمي ادارا

ملان، مولوي، تو ڙي سياسي لئيرن
پلايو سين گڏجي هي ڀال آهي
"شاگردن" کان اڳ ۾ تي "پوليس" پهچي
"تعليمي ادارن" جو هي حال آهي



## کامورو

"لنڊن" ڏانهن وڃڻ چاهي ٿو
"ڪاموري" ڪي "ليس" ٿيو آ
چانور، زردا، ڪڪڙيون کائي
پيٽ ٺاهي ڪي "گيس" ٿيو آ

## فلسفي

خدا جو خوف ڪونهي ڪو
۽ خوف ـ آدمي آهي
هيو "مجنون" ڪلهه جيڪو
اهو اڄ "فلسفي" آهي





## نئون نسل

"ڳائي" ٿو جڻ سڀ کي ڏمڪيون ٿو ڏئي
"سوچي" ٿو جڏهين به "سازش" ٿو ڪري
سمجهه ۾ نه ٿو اچي، هي "نئون نسل"
"رقص" ۾ آهي يا "ورزش" ٿو ڪري

## سچائپ

"قدر"، زماني جا بدلجي ويا
ڪيترن ماڻهن مان "ماڻهائپ" وئي
"ڪوڙ" کي دهرائي، ڪريون "سچ" ٿا
"اصل ۽ نقل" جي "سچائپ" وئي



## فون تي گڊگڊ

"ڪوڙا نمبر"✧ ملائي ويٺو
آفيس ۾ آهي اڪيلو
ڏاڍو "گڊ گڊ" ٿيو جو عورت
فون کڻي ڪئي آهي "هيلو"

## ٻهارو

طاقت خاطر، کير ۾ ٻوڙيل
رات ۽ ڏينهن جهارو کاڌو
ليڪن پوءِ به پاڙي واري
"ٻنگيالي" کان "ٻهارو" کاڌو

✧ Wrong Number



## عيد جو چنڊ

ڪيترائي سال اڳ وارا، "مُلن"
جهاتيون پائي مقبرن مان ٿا ڏسن
پنهنجي حڪومت جو آهي هي ڪمال
"عيد وارو چنڊ" زوري ٿا ڪڍن

## مصنوعي اک

ڪاوڙيل محبوب آڏو عاشقن
"بادلن" وانگيان ڏنو روئي آهي
زور سان "ڦوڪي" ٿي "عورت" کي ڏسي
"مرد" جي اک ٿوڙي "مصنوعي" آهي



## بس جي سواري

پريل "بس"، هيٺان - مٿان، ٽب - ٽاب ۾
ٻوڙي ٻوڙي پهچي ويو بيحال ٿي
وارپنيل، رانيوٽا، ليڙون - لٽا
ڳوٺ ڏي موٽيو آ "خستا - حال" ٿي

## پريمي جوڙا

هر طرف ڏس آ "پريمي جوڙ" جي
"پيار پرڻو" سينو تاڻي ڪن پيا
عورتون نظرون جهڪائي پيون اڳي
مرد، سرَ ڪي هيٺ هاڻي ڪن پيا



# پول

عشق جو اظهار سڀ سان هو جدا
"ڳوٺ" ۾ ڪنهن ساڻ "مسقط" ۾ ڪيو
"پول" پر پڌرو ٿي پيو، سڀ ويون رُسي
هڪڙي جو خط، بند هو ٻي "خط" ۾ ڪيو

# ڪمپيوٽر ۽ روبوٽ

راڄ، "جهنگل" جي مٿان "لومڙ" جو آ
"شينهن" آهن ٿي پيا سڀ "پالتو"
ڪم، "ڪمپيوٽر" ۽ ٽا "روبوٽ" ڪن
"ماڻهو" گهمندا ٿا وڃن سڀ "فالتو"



## بدهضمي

هٽڻي آ "لباڙ"، ڪرڻي آ "پناڙ"
ڳالهه ۾ ڪرڻ جي ڪا ڪمي رهي
جي نه ٿي "ڳلا" ڪجي ڪنهن ڏينهن ۾
پيٽ ۾ "وڪڙ" ۽ "بدهضمي" رهي

## سنڌ سيڪريٽريٽ

سمجهي "انجنيئرن" نه جيڪا آ اجان
"سنڌ سيڪريٽريٽ" سا "اينگل"✧ آهي
گم ٿي ويو "فائيل"، رشوت کان سوا
"برموده جي پيٽ" جي "ٽرينگل"✤ آهي

---

✧ ڪنڊ (Angle)

✤ Traingle آمريڪا جو پيٽ، جنهن کي شيعا سلمان "جزيره خضراء" سڏين ٿا. هن پيٽ جي ڀرسان لنگهندڙ جهاز ۽ ٻيڙا وغيره غرق ٿي وڃن ٿا.



## انوکا مچر

کنن ۾ واکا هلن ٿا زور سان
رات ۽ ڏينهن جو سمهن ٿي نه ٿا
"مس - مهري"، "مالي ۽ مالين" جيان
"مچر" گهرجي جان ڇڏن ٿي نه ٿا

## دنگل

مالهو بدران لڳن ٿا سڀ جانور
شهر ۾ آهي ٿيو جهنگل شروع
هرڪو هڪبئي جا پيو تختا ڪڍي
"سياسي آکاڙي" ۾ آ "دنگل" شروع



## ڪيبل جا ٽورا

اڳ ۾ ٻارن لاءِ "عزرائيل" ها
هاڻي ڪنهن کي ڪجهه چون ٿي ڪونه ٿا
ٽورا "ڪيبل" جا ميدان تي ان ڪري
مرد، "رلڻ" لئي وڃن ٿي ڪو نه ٿا

## زبان دراز

"بي زبان" عوام آ تڪليف ۾
هائي قدرت ڪيتري بي نياز آ
وڏن عهدن تي اهي پهچي ويا
جن به مالڪن جي "زبان دراز" آ



## پهريون روزو

وڏي صبح سان آهيون مشڪل اٿيا
عبادت جي عادت رهي ڪا نه آ
رکيو آهي "پهريون" ٿي "روزو" اڃان
گهمڻ جي ٿي طاقت رهي ڪا نه آ

## اڳتي قدم

دنيا کي وٺي وٺي آ حيرت رڳو
"ڦناڪن" کي آهي "اينهه به" چيو
هتي شاعري ڪن ٿا شاعر اهڙي
"ستارن کان اڳتي قدم" ٿي پيو



## پيلو منهن

ميلي منجهه وڏيرو - هاري
مرشد سان گڏ چيلو آهي
جنهن جو ڪيو ڪيچي ويو آ
تنهنجو "منهن ئي پيلو" آهي

## آمريڪي ويزا

پڙهيل توڙي اڻ پڙهيلن کي
"امريڪا جي ويزا" گهرجي
"عابده"، "نورجهان"✧ ڀي چاهي
"ميڊونا" ۽ "ليزا"✚ گهرجي

✧ پاڪستان جون مشهور ڳائڻيون
✚ آمريڪا جي مشهور ڳائڻي ۽ اداڪارا



(پاڪستان جي صدر ۽ چيف آف آرمي اسٽاف هڪ
حڪم تحت، پاڪستاني وقت جي سين ڪي ٢٠٠٢ع
۾ هڪ ڪلاڪ اڳتي ڪرڻ جو حڪم ڏنو)

— هڪ خبر

# اڌ ڪلاڪ اڳتي

ڇيا ٿيو؟ تعليم يا سائنس ۾
"انڊيا" کان پاڻ کي پٺتي ڪيو
پوءِ به هيءَ شاباس آ "جنرل" کي، جنهن
"انڊيا" کان "اڌ ڪلاڪ" اڳتي ڪيو



## لوڪل فون

ڪر هڪڙن ڏي، ويندي پين ڏي
پوءِ بہ ڪئي مون توڪل آهي
"امريڪا" ڏي آهہ هلي وئي
"فون" ڪئي مون "لوڪل" آهي

## ميلي جي موٽ

"ميلي واري موٽ" ڏکي آ
گهر جي لاءِ "ڪرايو" ڪونهي
ناچو، ڪڏڙو، سرگس ڏسندي
ڪنهن ڪنهن هنڌ ڦرايو ڪونهي



# ڪنوارن جي عيد

هٽنن ويٺا "ناسون" پين جي درن تي
ڪهڙي گهر جي ڀاتين سوا عيد ٿيندي؟
نه ڏوتل آ ڪپڙو نه ٿي گهر ۾ ماني
"ڪنوارن" جي ڪهڙي ڀلا "عيد" ٿيندي؟!

# فول / ڦول

هليو پئي اسان جو ذڪر هر جڳهه
ڪيان پاڻ کي پاڻ ملول چو؟
ڏئي "ڦول"✧، ڪائنس گهران "ڦول" ٿو
چوي ٿي ڏيان "فول" کي "ڦول"✚ چو؟

✧ ڦول = گل ✚ بيوقوف Fool



## شادي اشتهار

"شادي" واري "اشتهارن" کي پڙهي
"استخارا" ٿو ميتن ۾ ڪڍان
فوٽو ڪيڊرائن جي لئي ڪاڪوس ۾
رنگ ڪارو ٿو وڃي "وارن" کي ڪيان

## قصاص

"ڪبٽ"، ڪپڙن سان چنبڙي ڳوليان پيو
مِنٽي ۾ فائيل عام و خاص آ
دراصل "محنت" جو ڏين ٿا "معاوضو"
هيءَ نه "رشوت" آ، رڳو "قصاص" آ



## چانهه ۽ سگريٽ

رهجي ها محروم، مصور کان دنيا
"فلسفو" ڏي ها نه ڪوئي "فلسفي"
"چانهه ۽ سگريٽ" آ نعمت وڏي
جنهن سوا ٿي ٿي نه ٿي ڪا شاعري

## عورتن جو محافظ

شل نه نظرن ۾ اچي سهڻي شڪل
"مندر" جي سمجهڻ لڳن ٿا "مورتي"
"مرد"، بگهڙن کان بچائي ٿي وٺي
"محافظ"، "عورت" جي آ "بدصورتي"



## ضعيف العمر صوفي

نه ٿي ٿوڙي قيمت، قدر آ رهيو
مگر پوءِ به ساڳيو تيور آ رهيو
مُڙي ٿي نه تو "چوڪرن" ڪان اچان
جو "صوفي" "ضعيف العمر" آ رهيو

## واليءَ ڪي فائدا

سڄو وقت منهن مان ڪلين وينا دونهون
مکيون ۽ مڇربي نه ويجهو اچن ٿا
سڄي رات جاڳي، کنگهن ٿا "موالي"
سندن گهرن مان "چور"، چوري نه ڪن ٿا



## وڏو شاعر

هرڪو چاهي ٿو "وفائون" پيو ڪري
ڪو ڏسي پنهنجي خطائن ڪي نه ٿو
سي به سڏرائن پيا "شاعر وڏو"
شعر پڙهڻ ئي اچي جن ڪي نه ٿو

## عمر جو پتو

اونهارو، نقصان ڪري ٿو گهڻو
زندگي ڪري ڇڏي "سراب" ٿو
"عمر" جو ان وقت پئجي ٿو "پتو"
جڏهن ميڪپ ٿي پوي خراب ٿو





## غيرت

ٻاڙي واري هڪ مائي سان
ڇا ٿيو ٻاڻ جي "ڪريل" آهي
پنهنجي پيڻ ڏسي ڏارئي سان
"غيرت" ۾ ٻر "ٻريل" آهي

## لوڙو

دولت جو مالڪ ٿي پوندين
راتو رات ۾ "موڙو" ٿي پڻ.
اسيمبليءَ جو ميمبر بڻجي
پيري پيري "لوڙو" ٿي پڻ.



## سرخي پائوڊر

روڊ تي بينل ڪنگهي ئي ڪونہ ٿو
رڪشي وارو بي ڪٽي ئي ڪو نہ ٿو
"سرخي - پائوڊر" ختم آ جيئن ٿيو
ناشتو مون ڪي وڌي ئي ڪو نہ ٿو

## انجنيئر

"واپڊا انجنيئر" اونڌه مان ڦيو
"خشڪي" مان "ايريگيشن" وارو وڌيو
روڊ، "انجنيئرن" نہ ناهيو جو اجان
اول ئي "مرمت جو ٺيڪو" ڏي پيو



## اڄن ڪپڙن جو سبب

گهر سڀني ۾ هاڻي رهندي "شانتي"
دنيا وارن کي هي ڏيکارن پيون
"مڙس" مٿي ڪان پوءِ "بيواهون" سندن
انڪري "اڄا لنا" پائن پيون

## امريڪا ۾ ڪپڙن جي قلت

چولا، سٿڻيون ۽ روا، پٽڪا بڌي
سنڌ واسي ڏڌ، مڪڙ ڪائن پيا
"امريڪا" ۾ هوندي "ڪپڙن جي قلت"
"مني اسڪرٽون"، "چڏيون" پائن پيا



# صحت جو راز

"عمر"، مالھن جي وچي ٿي گھٽجندي
"مرض"، دنيا ۾ وڃن ٿا ڦهلبا
انھن جي دنيا ۾ آ "سٺي صحت"
جن پڙهي "اخبار" ڪڏهين ڪونہ آ

# گناھن جي سزا

مُنھن جو ڏوتائين تہ ٿي بيھوش ويو
"زال" تس "آئيءَ" جي صورت ۾ ملي
مڙس کي ڪيڏي "گناھن جي سزا"
"فيشني مائيءَ" جي صورت ۾ ملي



(انٽرنيٽ تي شادي ڪرڻ ڪان پوءِ، سنڌ جو هڪ نوجوان پنهنجو ملڪ ڇڏي، زال سان سندس ملڪ ڏي روانو ٿي ويو.)

ـــ اخباري خبر

## انٽرنيٽ تي عشق جو نتيجو

"شادي" ڪري، وڃائي دهل ۽ هٿي جهر
اڳ ساهرن جي لاءِ "ونيءَ"، "پيڪو گهر" ڇڏيو
"اڄ ڪالهه جي شادي" جو هي نتيجو آ "نيٽ"✦ تي
"ونيءَ" جي لاءِ "وني" "ابالوشهر" ڇڏيو

---

✦ انٽرنيٽ Internet



## عمرو عيار

پوي ڪم نه ڪنهن ڊاڪٽر، چوڙيگر ۾
"اڏي" چڱي "عورت" ڪي سڏن ٿي نه ٽا
"الف ـ ليلا" جي "عمرو عيار" وانگيان
ڪـڍهن ٻانهن مان هٿ ڪڍين ٿي نه ٽا

## شاعريءَ ۾ سوز

ڏڪـا کائي "دفتـر" ۾ "افسر" جا "شاعر"
کـري "بـوٽ" پيلو اڄـي روز ٿـو
مـٿان "ڙال" جـون، جي ٿو کائي ڌبون
تـه "شـعرن" ۾ پيدا ڪري "سوز" ٿو



## ناقابلِ تسخير

"پوليو"، "ماتا" ختم ٿي، هر مرض جو آهي علاج
"سنڌ" تي قبضو آ، "هماليا جبل" "تسخير" آ
توڙي جو انسان آهي "چنڊ" تي پهچي ويو
پر رڳو عورت اڃان "ناقابلِ تسخير" آ

## لِترڪي پڇي چَڪر

ڪرسي سوري ميز آڏو، ڪولي "ويب سائيٽ" کي
جنس بدلائي ٿيو "رحمت" مان جو رحمتِ" هيو
سال پر جي ڪشٽ ڪاٽڻ بعد پيو ان کي پتو
جنهن سڏايو پئي ٿي "عشرتِ"، سو اصل "عشرت" هيو



## رئُونشو

ﭴڱائون "دون" هڪبئي جو، ڏئي گاريون
مـڪـون ۽ مـوچـڙو، ٺئُونشو لڱل آهـي
آهـن ڌڪـلن ۾ ڌڪـلين جي اندر ڌڪليون
"ادبـي دنـيـا" انـدر "رونشو" لڱل آهـي

## ميڊم سان شادي

"عاشق" جيڏڙي جي لئي سڀ ڪجهه "چهي" آهي
۽ "والـنـي" وٽ رڳو سـڀ "لڪشي" آهي
انهيءَ "ميڊم" سان آخرڪار "شادي" ڪئي
سـڏيـو "ڪـاليج" ۾ جنهن کي "مهي" آهي



## امتحانن ۾ سختي

"ڪلارڪ" ڪلهه هلي ڪاڪوس ۾ ويٺو
جوابدارن جيان "شاگرد" ڳالهائي ٿو
وڏي وٺي "امتحانن" ۾ آهي "سختي"
"پنيوالو" به ڪنگڻ تي ڏهائي ٿو

## جنتي

"شادي شده مرد" جيڪي بي آهن
سي "پڇاڻي" ڪان سوا "جنت" ويندا
ڇو ته "ملان" آ چيو واعظ ڪندي
"بي زبانا جابجا جنت ويندا"



## دينيات

مُل ڪُتي کي هڻائڻ لئي چيو جيئن مولوي
"مڙدا پورڻ ڪم، مُلن جو آ" ورائيو بلديات
مولوي برجستا چيو: "پر ڪفن، دفن کان اول
وارثن کي بي ٻڌائڻ لئي چوي ٿي دينيات"

## راجا اندر

زالون اڄ ۾ "لي" هيس، "چولين" ٻه آهي پرٽيو
"مڙسي کان ويڙل" آهي ته به شوق پورو ٿو ڪري
"راجا اندر" وانگيان پوڙهو اسان جو "رئيس" هي؛
عورتون ويهاري وچ ۾ ذوق پورو ٿو ڪري



## جنگي حالات

"خندق" طرف ٽو ڀڄجي جيئن "حالات جنگ" ۾
جهاز کي ڏسي يا گهگهو ساز کي ٻڌي
پڙدن پٺيان ٽو لڪجي يا ڪرسي ۽ ميز جي
گهر ايندي "زال" جي "ٿلهي آواز" کي ٻڌي

## شادي جي سالگره

هٿ جي ترِيءَ تي ريکا، محبت جي هئي مگر
ڪوڏر هڻي هڻي اها آهي ڊهي وئي
"شاديءَ جي سالگره" ٻه ائين ٿي ملهائجي
"هيروشيما" تي "امريڪا" جڻ "ٻم" هڻي وئي



## خوشنصيبي

"آدم" سيـــن نـبيـــن کان آرام ۾ رهيــو
ان لاءِ ڪيس ٿوري به ڪا "جس" ڪانه هئي
جنت مان ته به انهيءَ ڪي آ لوڏي ڪڍيو ويو
تــوڙي جـو ڪيس "سالي" ۽ "سس" ڪا نه هئي

## صلاح

"گهر، مڙس، نوڪرن جي مٿان راڄ ڏيٺو ٿي
اي ڌيءُ! ٻنون ۽ ڪيـي ٿي تنهنجي نظر هجي"
شاديءَ ۾ رخصـتي ڪنـدي پيءُ ماءُ آ چيو
"ڪڙ ٻڙ ڏسين ته مڙس جي ڏاڙهي پٽڙ هجي"



## شاعر کي بدهضمي

منديئرا ڏٺي، ڪٿي ليکون، لڳايا زور ڏاڍا ها
"بحر ۽ وزن" جو ته به ناهه پورو "وزن" ٿي سگهيو
ڪڏهن "نثرائو نظم" ۽ ڪڏهن "آزاد" ٿي نڪتو
جڏهن ڪو شعر ڪنهن شاعر کان ناهي "هضم" ٿي سگهيو

## ايمان جي سروس

"اسلام" لاءِ سيني کان "چندا" وٺي، وٺي
"ملان" واري "ايمان جي سروس" ٿني ٿي پئي
اسڪول بار چڏڻ ٿي، "بيگم" ٿي خود وڃي
اسڪول واري "مِس+" ائين "مِس+ِ" ٿني ٿي پئي

---

+ ماستريائي، ڪنواري ڪنيا Miss
+ کڻ، هٿان وڃڻ Miss



## پير تي ڏوُنڪو

سياسي ميدانن ۾ توڙي آ نئون
تہ بہ ڇوي تو "پير تي ڏوُنڪو" هڻي
"مد ـ مخالف" جي نہ ڪرندو ووٽ سان
ڪيرائيندس زور سان لُڏونشو هڻي

## پرولتاري انقلاب

"روس" ڪان اڳ ۾ ٿي هو قائم ڪيو
ڪونہ هو دنيا ۾ جنهن جهڙو جواب
"غلامن جو خاندان+" "راجا" ڪري
"هند"، آندو "پرولتاري انقلاب"

---

+ هندستان ۾ غلامن جا خاندان، قطب الدين ايبڪ، التمش، بلبن ۽ ڪيقباد وغيره جيڪي بادشاهه رهيا



(تعليم کاتي ۾ ٻن رٽائرڊ ۽ هڪ مرحوم سميت، ڪيترن
ئي آفيسرن جون ترقيون ڪيون ويون آهن.)

— اخباري خبر

## ستم ظريفي

"ترقي" ڏين ٿا "موت"، "رٽائر" کان پوءِ بي
"تعليم کاتي" جي آ اهم ڪارڪردگي
ڪيڏي "ستم ظريفي" آ حالات جي مگر
ڪري نه ٿا سگهون سندن "شڪريا ادائگي"



## انجام

حال ڏارن کان پڇيم ۽ ڦار کان
طوطي، نجومي ۽ هر اوتار کان
يار جي "انجام" تي اعتبار ڪيم
پاڻ تي ٿو خار کاوان حنار کان

## عربي ٻوليءَ لئي عزت

"عربي ٻوليءَ" لاءِ "عزت"، "فوقيت"
"سنڌ واسين" کي آ "عربن" جي مٿان
"کير ڏهڻ" تي ڏسي "عربي" لڪيل
ڇميون ڏئي رکن ٿا اکين جي مٿان



## اعتڪاف

شادي کان اڳ ۾ لڳندو هو
چڙهي ته ڪنهن "ڪوهه قاف" ۾ آهيان
شادي کان بعد لڳندو آ
گهر اندر "اعتڪاف" ۾ آهيان

## زندگي هزار نعمت

"زال - لازم" ته "مڙس" آ "مظلوم"
هي "لازم و ملزوم"، عبرت آ
زندگيءَ ۾ "زال" جي ناهي
"زندگي هزار نعمت" آ

گستاخ ڪلامي

ڊاڪٽر اديب انقلابي



# بنيادي مسئلو

سماجي هر برائيءَ جو، "بنيادي مسئلو" آهي
سڄي دنيا جو مکيا "اقتصادي مسئلو" آهي
نہ حل "سقراط" جهڙي ڏاهي کان بہ ٿي سگهيو جيڪو
خدا ڄاڻي ڏکڻي ۾ ڏکيو "شادي مسئلو" آهي

# انڌو عشق

سڄو ڏينهن آئيني آڏو، ويهي ٿو پاڻ کي ٺاهي
نہ ٿي ڪپڙن ۾ ماپي ٿو، ٿيو اڪن - ڇڪن آهي
مٺاين، سوکڙين جي ڪٿي، لفافن ساڻ پهچي ويو
"ادي" کي "عشق انڌو" ڪيو، "اديءَ" کي "جن نہ ڪن" آهي



## قومي ڪرتب

"جادو جي لڪڙي" ڪڍي ٿيلهي منجهان
"قـومي ڪرتب" ڪيترا سيکاري ٿو
"پولنگيون" پل جان سيئي خالي هجن
"خالي پيٽين" کـي پـري ڏيکاري ٿو

## دوربين نگاهه

دل جـو ڏيـوالو ائين ڪـڍبـو نه آ
درد دل جا گـوٺ وارن سان سلي
"دوربيـن نگاهه" ان جـي ٿا چئون
"دوربيـني" جنهن جي گچين ۾ ملي



## ڪوڪ شاستر

ٻارڙن کي زور سان ڇمبڪ هڻي
پنهنجي منهن ڪجهه ماسٽر پڙهندو رهيو
ٻار، "ڪوڙن" کي ڏيڻ پيرا لڳا
ڪنڊ ۾ "ڪوڪ شاستر+" پڙهندو رهيو

## ويمي جي پاليسي

بچائڻ تا چورن جي چوريءَ کان چاهن
وڻڻ بينڪ وارا هو "لاڪر" اچن تا
لڪائي ڪٺي شاعري پاڻ واري
"ويمي جي پاليسي" لئي "شاعر" اچن تا

---

+ هندن جو جنسيات بابت قديمي ڪتاب



## ٽوڙهه مان فائدو

جڏهن کان برسات پئي آ زور سان
خشڪ ساليءَ جو آ ازالو ٿيو
"ٽوڙهه" مان آخر اهو ٿيو "فائدو"
"وار" هڪڙو بي نه آ آلو ٿيو

## اخباري سرخيون

ڏسن ٿا سيرت، ذهانت، بعد ۾
اول ٿي شڪلين کي گهورن ٿا پيا
"سرخيون" مردن کي وڻن ٿيون ان ڪري
"اخباري سرخين" کي پڙهن ٿا پيا



# فائدو

ڏيان ٿو جڏهن ڪو "نوٽ"، تڏهن "ووٽ" ٿو ملي
نوٽن سوا گهرڻ سان رڳو "ڦوٽ" ٿو ملي
"پنهنجي"، "مخالفن" جي يا "نيوٽرل"✚ ڪٿي هجي
سيني حڪومتن جي اندر "سوٽ" ٿو ملي

# ڏاهپ جو صفحو

پاڻ ڪي ٿي چاڻ ناهي، ڪنهن ٿي آ "مضمون" لکيو
سمجهه ۾ جيڪو نه آيو، "فلسفو" بڻجي ويو
انگريزي ڪالم چورايل، شعر بازاري لکي
ڇاپي اخبارن ۾ "ڏاهپ جو صفحو" بڻجي ويو

✚ غير جانبدار Neutral





## دهريو ۽ خدا

يقين، "ڊارون ٿيوري" تي جو ڪندو هو
نماز ۽ روزن کان ٿي آزاد آيو
چڙهي بس تي اسهيو سفر لاءِ جڏهين
انهيءَ "دهرئي" کي بي "خدا" ياد آيو

## فرق

هجن ها اگر "سهڻي - ميهار" زنده
سنڀالي سنڀالي قدم، کي کڻن ها
اگر پاڻ ۾ تن جي شادي ٿئي ها
ڪڏهن ڪين هڪٻئي جون شڪليون وڻن ها



## عيد جا مزا

ٻچي ۾ "ڏڪريون" وجهي گهمن پيا
خالي آهن ڪونه ڪٿ آساميون
"عيد جا مزا" وٺن ٿا گهنجندا
وٺن ٿيون وڏنديون رڳو قربانيون

## نندپڻ جي شادي

"ٻن" جڻن سان ٿي ويا "ٻارهن" ڄڻا
ملڪ جي آهي وڏي آبادي وٺي
"ڪڪڙين" جيان "تور" هرهر ٿا هڻن
"نندپڻ" ۾ جن ٻه آ "شادي" ڪئي



## فرق

هڪڙي نظر ۾ "جوڪر"، ٻي ۾ "مريدياڻي"
مشترڪا فعل آهي "مرشد" ۽ "ماستر" ۾
پنجي پتو نه ٿوڪو، ڪيي ڪي ڪن ٿا خالي
ڪوئي "فرق" ٿي ناهي "ڊاڪو ۽ ڊاڪٽر" ۾

## انقلاب جو وقت

"نقاد"، "تبصرو" آ ڇپائڻ لئي موڪليو
هڪڙو به ورق پڙهيو نه جنهن هو "ڪتاب" جو
"اڻ لکيل" ڪنهن ڪتاب تي ڇپجي نه تبصرو
اهڙو به "وقت" اچڻو آهي "انقلاب" جو



# ٻڪري جو سُرُ

فيميل+، ڊسڪو ڊانس ۽ ڪيل جو دور آ
ڪنهن کي ٻي ڳالهه انهن کان سوا نه ٿي وڻي
"ذوالحج" ۾ "سُرُ" لڳي ٿو مٿو "ٻڪري" جو رکو
"ميڊبوناء" ياڻيجي نه ٿي "لتا+" نه ٿي وڻي

# پڳهار

روزا، نماز، خير ۽ خيراتون، حج، زڪوات
ڪوئي به ڪونه ڪنهن جو ڪو ڪردار ٿو پڇي
ڪھڙي به ذات پات هجي، "سَسُ ۽ سهرو"
"رشتي" ڏيڻ لئي بس رکو "پڳهار" ٿو پڇي

+ عورت Female + شهور ڳائيون

ڊاڪٽر اديب انقلابي



## منڊو گهوڙو

ڇينائي ڇڏيندو هيو جيڪو ٽوڙهو
اڳي جو ٽپي ويندو هو هرڪو لوڙهو
ائين ٽو رهي گهر ۾ سو جهور پوڙهو
هجي ڄڻ نه ڪو "ريس" جو "منڊو گهوڙو"

## وڏيرو

وڃائي هٿن سان سڀي پنهنجي "موڙي"
ڏندن کي ٽو ڪرلي، چپن کي پيڪوڙي
پٽو، ناسون ٻئي پنهنجون ڊڪليءَ ۾ ٻوڙي
اسان جو "وڏيرو"، مڇون ٽو مروڙي



## مهان قوم

هڪڙن جو گذران آ "پِن" تي
بيا ڏنڊا، مشٽنڊا، "ڏن" تي
"سنڌي قوم" "مهان" آ ڪيڏي
باقي ڪدي "ڪڌڙن ۽ رن" تي

## اسٽوڊنٽ

"بس جو ڀاڙو" بچائڻ لئي
سڏرائي ٿو "اسٽوڊنٽ"
"چوڻڪي" تي ٿو بوٽ لڪائي
ڪنوار ڪيو آ جڻ گهونگهٽ



## اليڪشن جو زمانو

"قومي چونڊن" جي "زماني" ۾ اگر
ڪوبه ڪاڏي ٿو وڃي ڪنهن سلسلي
ٿو لڳي جڻ "ووٽ" خاطر ٿو اچي
جيڪو ياڪر پائي ٿو مرڪي ملي

## عينڪ جو ڪمال

تو اڪيلي ۾ ڪي ڏٺو آهي جڏهن
ٻي ڪائي "عورت" نظر آئي نه آ
اکين تان "عينڪ" جڏهن سُرڪي وئي
ٻي ڪائي صورت نظر آئي نه آ



## انٽرنيٽ

هاڻ "انٽرنيٽ" آهي ڏاڍي سولائي ڪٿي
خرچ بي ايڏو گهٽ ناهي ڪوئي "اي - ميل" سان
جنس بدلائي وري "چيٽنگ" تي ڪرٿي پوي
ڪچهريون، مڱڻيون ۽ شاديون ٿيون ٿين "فيل" سان

## مهانگائي جو ڪمال

"چهار" اسلامي "شاديون" ۽ "لونڊيون"، مٿان "مطعو
پيڻ، پاجائي، پٺي، ماسي، سوا ڪرڻو پيو
هي اڄوڪي دور جي "مهانگائي جو آ ڪمال"
مسلمانن ڪي به "هڪ" تي اڪتفا ڪرڻو پيو



# بخار

توڙي آهي ٿيو ڪراڙو پوءِ بي
پيڇو عورت جو ڇڏي ٿي ڪونہ ٿو
مرد آهي دراصل اهڙو بخار
جنهن کي ڪو "نسخو" لڳي ٿي ڪو نہ ٿو

# جديد فقير

ملڪ ۾ "اشراف" رلندا ٿا وتن
هوٽلن جا ڄڻ تہ ڪي "بيرا" آهن
اڳ ۾ ها "ڪشڪول" فقيرن کي پر
هاڻي وٽن "ڪلڪيوليٽر" آهن



## هذا من فضل ربي

مالڪن جا روز روز ٻون ڪم، آيس ۾
يا رب! ڪلارڪن جو به ٿل ڪر "چڪر" لڳي
ڪرسي ۽ ميز جي شان ٿڪيل آهي دعا
"هذا من فضل ربي" خدايا يڪو لڳي



## خدا خير ڪري

رهبر ٿي پيو بيمان - خدا خير ڪري
ساٿي ٿيس شيطان - خدا خير ڪري
گهر ڪي ڦٻائڻ لاءِ آيو آ "ٻچي"
۽ وات ۾ ٿس "پان" - خدا خير ڪري



## جيون ساٿي

کير جي فيڊر ۾ اڄڪلهه "ماٺا"
هن صديءَ جو ڪارنامو آ وڏو
زندگيءَ ڀر ساٿ ڏيندڙ "مرد" هو
هاڻي "ميڪ باڪس" "ساٿي" ٿي پيو

## بلٽري ڪتا

هٿن مان ڇنڊي ٿي جيئن "بلٽري ڪتن"
ڇنبڙي ورتو "رڇ" جي آ "دون" کي
تنهنجي گهر وارن ڪتن، سمجهي "رقيب"
ڦاڙيو آ قميص ۽ پتلون کي



# ليڪچر هال

"ڇوڪريون" ناهن نه "ليڪچر هال" ڄڻ
"ليڪچرن" لئي "وائي ۽ بادي" هجن
لوڻ - مرچن کان سوا ماني ۽ ٻوڙ
جيئن کائڻ، "غير سوادي" هجن

# معيشت ۾ زلزلو

"ملڪي معيشت" ۾ ايندو "زلزلو"
هڪٻئي کي هار پارائڻ پيون
"ميمبرياڻيون" ٻار ڳوڏن ۾ وجهي
"اسيمبليءَ" ۾ "سوئيٽر" ناهن پيون



## ٽيليفون جو دور

اج جي "ليلا" ڪا به "ڪاري" ڪا نه آ
ڪوئي پڻي جيڪڏهن "مجنون" ڪان
"ڪانگ"، "ڪبوتر" ۽ "ڏوتيون" هيون اڳي
هاڻي ڪم، ونجي ٿو "ٽيليفون" ڪان

## نفس کي مارڻ

آ "نفيءَ" مان پهچڻو "اثبات" تي
ڏينهن - راتيون ان ۾ گهاريان ٿو پيو
"سنگدل محبوب" سان شادي ڪري
"نفس" کي هر روز ماريان ٿو پيو



## زال ۽ فوٽوگرافر

ديک ۾ هوندو، اهو ئي نکرندو
ڇا آهي "مومن" ۾ جو "ڪافر" ۾ ناهه؟
اک - ڇنڀ جو بي نه ٿو موقعو ملي
فرق "زال ۽ فوٽوگرافر" ۾ ناهه

## ملڪ ۾ رولو

ڏي لپا ۽ ٺينگ، سياستدان ٿو
جڻ "مداريءَ" وارو "پولو" ٿو لڳي
ٽڪڙي ٽڪڙي هر حڪومت ٿي ڊهي
"ملڪ" ۾ "ممڻ" يا "رولو" ٿو لڳي



## صدقو

پهچي ويو عروج تي آ ڪاروبار
زندگي "رشوت" تي گذاريان پيو
اچن ٿا "رشوت ڪاٽي" وارا اگر
"صدقو" ڏئي هرڪا بلا ٽاريان پيو




## ٻڪري سان فوٽو

"رشتا ڏيڻ" لئي ويا سڀ تيار ٿي
معتبر آهيان پيو تن کي پتو
پٺي وارو مونکي سڀ سمجهڻ لڳا
"عضحيٰ" تي "ٻڪري سان "فوٽو" هو ڇپيو



# لوڊشيڊنگ

"ڏوئي" سان سرمو وڌل اکين ۾ آ
ڪو تہ ٽيٽو آ شرارت جو شڪار
"مُڇ" بدران "پاڪي" "ڀرون" ڪي لڳي
"لوڊشيڊنگ" ۾ حجامت جو شڪار

# اشتراڪي گهر

"ڪلڪ" ڪاريءَ ۾ وجهي "ڳاڙهيون سرون"
"سرخ نظمون" تو لکي ڪاغذ مٿان
"رنگ ڳاڙهو" ڏيئي در۔ ديوار کي
"اشتراڪي گهر" ٿيو "سُرخي" هتان



## وات جي ڏپ

ائين حق تي بيونا ٿي ٿي
۽ ڀاڪر وجهي خود خفا ٿي ٿي
ملائي چپن سان چپ، ڇوڪري
سنگهي "وات جي ڏپ" جدا ٿي ٿي

## شگر جي مريضياڻي

متاثر ڪيو ڪنهن به ناهي "حسينا"
ڪٽي خاڪ هر ملڪ جي ڇاڻي آ
اچي ٿو سندس ڳالهين مان مٺاس
لڳي ٿو "شگر جي مريضياڻي" آ



## خود ڪفيلي

"ليلا" نہ هڪڙي بي نہ نظر ٿي اچي، ڪٿي
جاڏي ڏسان ٿو "مجنون" هزارن جو ميل آ
شڪراني جي نماز ٿا مسجد ۾ سڀ پڙهن
ڪنهن ڳالهہ ۾ نہ ملڪ بڻيو "خود ڪفيل" آ

## مردن جي اهميت

ڪوئي فرق نہ پوندو، دنيا جي صحت تي
جي "ڊائنوسار+" وانگيان، "بعيد" ٿي وڃن
"خلا" پري ڇڏيندا، "مردن" جي ڪوٽ ناهہ
"سانڍا" اگر دنيا مان "ناپيد" ٿي وڃن

+ قديمي زماني جا اڻ لڀ جانور





## ڊارون ٿيوري

پولڙن وانگيان رڙيون، جهيڙو - جهٽو
پـــيءُ - ڏاڏي ڪان ورائـــت ۾ مـليـو
هـونئن ڪٽي ميجون نه ها، پر هيءُ ڏسي
"ڊارون ٿـيـوري" ڪـــي آ مـيـٺـو پيو

## منزل جي قابل

دل گهري ٿي جيڪو، بس سوئي ڪيان
ڪاش ان "منزل" جي مان "قابل" ٿيان
ننڍ، بيگم، جـي نه ڦٽي، ان ڪـري
"چـورُ" وانگيان گهـر ۾ ٿو داخل ٿيان



## فائدو

بئنڪ بئلنس مان پئسو خرچي
ڪئنڊس جي ته "منسٽر" ٿيندس
"پاڇي" پوءِ به بچندي مون وٽ
هارايو ته "گورنر" ٿيندس

## شجرو

"شيخ"، "سيد" وينو سڏرائي
"شجرو" بي بنياد ولي
"ڪوري"، "ڪنڀر" بلجي ويو آ
ڪنهن جو "آشيرواد" ولي



## شاعري جي آمد

شاعري، آيات، صحيفات ٿي
شاعرن تي جڏهن "وارد" ٿي ٿئي
"زال" لئي "الهام" اچي ٿي نه ٿو
"محبوبائن" لئي رڳو "آمد" ٿي ٿئي

## قاتل ڊرائيور

پيءُ پنهنجي ڪي پڙهائين ٿو پيو
هڪ ڄڻي جي جنهن هئي "ڄُڻي" ڪئي
بابي ٻي ماريا هئا چوڏهن ڄڻا
"ڊرائيور" هو، بس هئي "ڪلني" ڪئي



## بي غم / بيگم

هن اڄوڪي دور جو موزون ٽهاڪو ٿو لڳي
"آ جهازن مان ٿو، ڪنهن ۾ پر ڦاسي پيو"
ڪيترو آهي پريشان، آدمي "باغم" هتي
اڳ ۾ "بي غم" رهندو هو، "بيگم" ۾ پر ڦاسي پيو

## بلن جي اهميت

هوش سيني جا مهانگائي اڏائي هن ڇڏيا
عينڪون چاڙهي اکين تي غور سان پڙهن پيون
"هوٽلن جا بل" ڪٿي سيٺي ٿا "ڪيس" ۾ رکن
ڪار، بنگلن تي مرڻ واريون "بلن" تي مرن پيون





## مئي جي گرمي

ڳنو جو صوف وانگر هو  
سو آ واڱڻ ڦٽل وانگر  
رجهي ٿو "مئي جي گرميءَ ۾  
آ هر ڪو "يٽ رڏل" وانگر

## شعرن وارو بياض

سمجهه ۾ جيڪو ايندو ناهي  
فنڪارن جو "رياض" سڏن ٿا  
"الجبرا" جي بوڪ کي اڄ ڪالهه  
"شعرن وارو بياض" سڏن ٿا



# ادي / محبوبا

ڪري سوٽ سوڙها تو "ليڊيءِ" گهي
تو امريڪا جو جڻ "ڪينيڊيءِ" گهي
"ادي" تـو چـوي پنهنجي "محبوبا" کي
جڏهن ان جي پرسان تو "ڊيڊيءِ" گهي

# فخر

ڪٿي ڪو به نظرون نه سگهندو اسان ڏي
ٺـهـايـو "ايٽم بم"، خدا جو شڪر آ
زنـانـي مهـانـڊن سان ڪن ناچ ويٺا
اسان کي وڏو "نئين نسل" تي "فخر" آ



## جون جو مهينو

چهرو بدليو مرد ۽ خاتون جو
سخت گرمي آ، "مهينو جون" جو
پگهر جي پاڻي سان آهي جهبُ صفا
حال هيٺ ٿي ويو پتلون جو

## وڏن جو پن

سخت تقريرون ڪندو هو جوش سان
ظالمن تي وڄُ ٿي ڪڙڪي پيو
"شادي" ڪرڻ بعد ساڳيو "نوجوان"
"وڏن جي پنن" ڪرڻ سان چرڪي پيو

گستاخ ڪلامي



## پئدائشي گونگو

چڻ هجان "پئدائشي گونگو" ٻڌيل
جيڪو چاهيان ٿو سو چئي نه ٿو سگهان
شادي ڪان پوءِ پيو ته ڇڏيو، پر رڳو
مرضي سان "اوباسي" ڏئي نه ٿو سگهان.

## ڪڏڙن جون شاديون

جي ڪراڙا وڪ ڪٿي هلندا نه ها
تيل هٿي، هاڻ ڊوڙڻ ٿا گهرن
"ڪيبلن" تي "مست جوانيون" ڏسي
"ڪڏڙا" پنهنجون "شاديون" ڪرڻ ٿا گهرن





## دل جو دورو

وڏي ديده دليريءَ سان ڦرينده هو
نه جنهن کي جيل يا ٿاڻو به ڳورو پيو
ڏسي ڊاڪٽر صاحب جي "ني جو بل" آخر
انهيءَ ڌاڙيل کي بي "دل جو دورو" پيو

## ماحولياتي گدلاڻ

اڳي گيهه، کير، مکڻ ۾ ملاوٽ هُئي
آ اڄ "ماحول ۾ گدلاڻ" چوڌاري
ملاوٽ آهه آوازن، هوائن ۾
متان پلجي ڪرڻ نڪرو "هوا خوري"



زندگي، محسوس ڪندڙن لاءِ الميو (Tragedy)
۽ سوچيندڙن لاءِ ٺٺولي (Commedy) آهي.

— هوريس وال پول





"زال" جي جيڪو به پر ۾ تو رهي
سچ پڇو، جيئري قبر ۾ تو رهي

پاڻ تو حبانا لڳائيندو وتي
"سس - سهرو" جڏهن گهر ۾ تو رهي

"گهر" ڏي آڻڻ ۽ وري "پيڪي" ڇڏڻ
سمورو جيون، سفر ۾ تو رهي

"گوشت" "مڇي" جو وٺي ناهي سگهيو
تو چوي، مزو "بصر" ۾ تو رهي

مُنهن تي "ماتا" کي ڏسي جهوٽو پيو
چنڊ، تارن جي ولر ۾ تو رهي

شادي اجا تائين ڪئي ڪانهي "اديب"
تنهن ڪري ڏاڍي شڪر ۾ تو رهي



بيگم اسان جي "بوٽ" ڪري لال ٿي اچي
ڪاڏي جي ميز آڏو جڏهن دال ٿي اچي

گهر ۾ لڳي ٿي زال به ڪنهن "نعب"✦ وانگيان
هٿ ۾ ڪنيون سدائين ڪو اعمال ٿي اچي

آفيس جي اندر به جي عورت ڳالهائي ٿي
لڦڻي ڪنيون، ڪنڌي وڏي ڌمال ٿي اچي

هڪ ڏينهن لاءِ "پيڪي" جي گهر ڏي وئي هئي
واپس ٿي پاڻ سان وٺيون سسرال ٿي اچي

"ڊراڪولا" جي ڏسان ٿو اگر ڪائي بي فلم
آڏو اکين جي مون کي پنهنجي زال ٿي اچي

محبت جي واسطي ٿي چوي سِرُ ڪبو فدا
پر سوڪڙيءَ ۾ سڪڻو ڏئي رومال ٿي اچي

✦ نعب National accountability & construction beauru





لـڪـــل نہ چـلـيـنـدا، ڪوئي ظاهر نہ چلـيندا
جيـڪـو بہ آهـي ملـڪ ۾ حاضر، نہ چلـيندا

"لوفـــر" جـي هٿن ۾ آ "سعودي واري ڪنچي" ✦
گـهـر وارو ڪلف، بينڪ جو لاڪر نہ چلـيندا

مـــاپي آ وٺـــي "پـارلـي"، "ٽانگي" ۾ ٺي، ليڪن
چـاڪـنگ کان سـوا شـهـر جي بازر نہ چلـيندا

مـذهـب تـہ ڏنـو آهہ وراثت جو حصو، تہ بہ
عـورت کـي ڏيـڻ ان حبا ٺـي پائر نہ چلـيندا

پـاسـا ٽـا وٺـن هوڪـا ڏئـي، جاڏي وڃون ٽا
اخـبار وٺـڻ کان سـوا هـاڪـر نـہ چلـيندا

روئڻ جي اچٽي ڪرنہ، تہ بي منهن کي مڪرن هـڻ
روئڻ کان سوا ڪنهن کي بہ ذاڪر نہ چلـيندا

"طـوهر" ٽا ڪندا وٽن، ڪٽي "پاڪيون" هٿن ۾
هـن ملـڪ ۾ مـلان ڪـوئي ڪافر نہ چلـيندا

مـوڪـل جبو ڏهـاڙو آ سڏن ٽا پيا در ٽي
"ديـــوان" ڪـٽي آيـا ٽـي شاعـر نـہ چلـيندا

---

✦ اسٽيل جي ڪنچي، جنهن سان چور، هر طرح جي زنجـيـر ۽ ڪلـف وغيرہ کي کپي چلـيندا آهن.



ائين واڳيو آهي هڻ تي
جيئُن شهباز آ جهڻ تي

هلي ٿو عشق "ڊيپوءَ" تي
پلي ٿو پيار "پرمٽ" تي

گهمي غيرن سان گڏ آخر
چو ٻُرڪين لوڙ تي ڦٽ تي

يڄي پٺي ڪٽ جي ٻانهين
ٿلهي ٿو واري آهڻ تي

بڌايان ساهرن لئي ڇا؟
رکيل ننهن آهه نڙگهڻ تي

جيڪو "جيپن" تي گهمندو هو
آ شاديءَ بعد "ڦٽ ڦٽ"✦ تي

✦موٽر سائيڪل (Motorcycle)





تو "نجين" سان ۽ مون "هلڪين" سان ڏنو پئي داد آ
شادي واري رات جو هنگامو اڄ بي ياد آ

مرد هٿ فرمائشيون ۽ زال وٽ آسائشيون
وقت مردن جي مٿان هي ايندو شادي‌ءَ بعد آ

شادي ڪان اڳ "وعدا"، قاضيءَ اڳيان "دعويٰ" ٿيا
عشق جي شادي ڪرڻ جو اهڙو ئي سواد آ

پنهنجي هٿ جي وڍيل جو ڪو ويڄ يا طبيب ناهه
شادي ڪرڻ بعد ڪهڙي ڪوڪ يا فرياد آ

"ساهه ڪڍڻ سان مرن ماٺو پيا" عورت چيو
مون چيو: "ڏندڻ ڏيڻ جا لئي نه ڪيو تو ياد آ"





ٻڌي ٻانهون، جناب عالي ڇئون ٿا
سين پاسي آهي خوشحالي ڇئون ٿا

مڙئي ملڪ تي پيو جيالا جيالا
جمهوريت جي ٿي آ بحالي ڇئون ٿا

ائين گهر اندر روح - راڙو رهي ٿو
سيئي گڏجي جڻ ڪا قوالي ڇئون ٿا

حڪم جنهن جو ڪوئي نه مولائي سگهندو
اها شخصيت ئي ته "سالي" ڇئون ٿا

"متيرو" لڳي ٿي پڻي "اک" جيڪا
اهائي ته "چشم غزالي" ڇئون ٿا

لنا ميرا، وارن ۾ مڻ آ منيءَ جو
انهيءَ عشق کي بي مثالي ڇئون ٿا

هلي ٿو ٻڌاڪون ڪچهريءَ ۾ ويهي
"اديب" انقلابي، حوالي ڇئون ٿا





گھڻي تُـو واري ۾ سهڻا، عجب جهڙو نظارو آ
عشاقن جو هجوم، جا تي سچو ساٺوڻ ـ سيارو آ

ڪـي اسڪولر ڪي ڏين "ريسون" وڄائن "پپ" ڪارن جا
گھمن ٿا سي به گنجيءَ گوڏ تي جن جو گذارو آ

ڪين جهڙن وڏن ميرن، سڄايو "بوٽ" سيني جو
"ڦوهارو" آ حڪومت ڪيو، هنيو توڙي "مهارو" آ

"ڪلارڪ" مان "صدر" ٿي ويو، "وزير اعظم" آ امريڪي
ڏسو ڪنهن ڪنهن جو پاڪستان ۾ چمڪيو ستارو آ

علم، تهذيب، جذبو ويو هليو، ليڪن فخر ڪيون ٿا
اسان وٽ "موهن جو دڙو"، "سکر وارو منارو" آ

لکيل "قومي ترانو" آ ڪٿي جي "فارسيءَ" ۾ ته به
هي جيا گھڻ آ ته "انگريزيءَ" کان ورتو چولڪارو آ





ايڏو پالو - پورو آهيان
ڇڻ کو ڪاغذ ڪورو آهيان

جيئن "وزارت" ڪجهي وئي آ
يارو آءُ اڌورو آهيان

پيءُ ۽ ماءُ مري ويا آهن
لاوارث کو ڇورو آهيان

ذهنيت آهه غلامن واري
"ڪارو" هوندي "گورو" آهيان

ٻاهر ٻيڪيون ٻيڪيون آهن
اندران خالي پورو آهيان

ڪرسيءَ ۾، "اسلام آبادي"
لهندي "دادو - مورو" آهيان

پنهنجي جان ڇڏائڻ لئي ڇيو
ناحق ڪوڙ نورو آهيان



ڪري ٿو ڳالهہ اڄ ڪوئي "اليڪشن" جي
تہ چونڊن کان اول پہ ٿي ڪو "ايڪشن" جي

محبت، ماڻهپو ڪاٿي رهيو ڪونهي
بڻي آ زندگي ساري "مشينن" جي

ٻہ ٽي مضمون، حوالا، چانهہ ۽ ماني
ادب جي گڏجاڻي ٿي آهي "فيشن" جي

نہ ڪا چُستي، صفا سُستي، رڳي پستي
وڃي حالت ڪٿي پهتي آ "نيشن" ✦ جي

---

✦ قوم Nation





اهڙو ته قوم جو ڪندو پرڪار تو ڏسان
هرڪوئي پنهنجي جان کان بيزار تو ڏسان

"ڪم ڪار" کان سوا آ جيڪو تنهن کي "ڪار" آ
"پنڪو" ٿي جنهن کي ناهي سو "پڳدار" تو ڏسان

هر هر "پني" پيو تو ڏسي "مومنيائي" کي
"حيدر ڪرار" جو وڏو "حبدار" تو ڏسان

هيءَ قوم آ عجيب، وجهي نڪ ۾ "ناس" ٿي
کيسي ۾ "بيڙي"، وات ۾ "نوار" تو ڏسان

سرڪاري اسپتال اندر ڪو مريض ناهه
اعليٰ صحت جي شعبي جو ڪردار تو ڏسان

انگ - اکر پڙهندي صحت جي وزير آ چيو
"هن ملڪ جي اندر نه ڪو بيمار تو ڏسان"

مليو نه داد، جڏهن ته شاعر چئي ڇڏيو
"محفل اندر نه ڪوئي قلمڪار تو ڏسان"

ضمير چئي تو سچ لکان، نوڪريءَ جي پر
لٽڪيل مان ڪنڌ جي مٿان تلوار تو ڏسان





چون ٿا ملڪ کي "ٻاهر جي دولت" جي ضرورت آ
"مرد ـ آهن" جي آهي پر نه "عورت" جي ضرورت آ

ويهان جي هارمونيم تي ته تاڙين ڪي وڄائيجو
"قوالي" ڳائجڻ جي لاءِ "سنگت" جي ضرورت آ

ڳُهران "اسلامي رياست" ٿو، "خلافت" ان لئي چاهيان ٿو
"ڪنيز"، "غلام" ۽ "مالِ غنيمت" جي ضرورت آ

اڄي ازخود وينديو سڀ ڪي علم ۽ ٽيڪنالاجي
اسان ماڻهن کي پهريائين فضيلت جي ضرورت آ

"وتائي"، "للڏڻ"، "محمد سخري"✦ جيو آهه چرچن ۾
"اديب"هن قوم کي تنهنجي نصيحت جي ضرورت آ

✦ سنڌ جا مشهور طنزيا ۽ مزاحيا نگار





اسان جي ملڪ ۾ آهي عجب گڙ ٻڙ ۽ گهوٽالو
هتان جي هر هڪ شعبي جو نڪتو آهه ڏيوالو

ابـــو آهـي وڏيــرو ۽ ادو پـوليـس ڪاتــي ۾
حـڪـومت ساڻ سهرو آ، مخالف ڌر ۾ آ سالو

سيـن جـي نـظر ۾ آهي اهو ماڻهو "مها - ڏاهو"
بحث دوران ڏيندو آ جيڪو "پرڏيهي حوالو"

علم کان واڄ گوڏو ۽ جهالت تي ٻڌل سنڌرو
ڪليـل اسـڪول آهن پر ڪلاسن کي لڳل تالو

اونهارو آهه "ڪوئيٽا" ۾، سيارو آ "ڪراچيءَ" ۾
گهمي ٿو ووٽ جي خاطر، "پيارو ڳوٺ"، "پريالو"

پنهنجي هٿ جي وڍيءَ جو ويج يا طبيب ٿي نامي
هميشه وڏن جي غلطين جو پوريان ڪن ٿا ازالو

ادب جي الف کان اڻ ڄاڻ ٻي، شوقيا پڙهن ويٺا
"مزاحيا ادب" ۾ "اديب" ڪڍرائي ڇڏيو نالو





ڀريائين چولو مولو ڪو ڪم ڪار لٽو لٽي
پاڙيسريءَ جي زال سان پوءِ پيار ٿو ٿئي

شادي شده مرد جي حالت ڏسي "سقيم"
"ويهو" ڪرڻ جي لاءِ نه ڪو تيار ٿو ٿئي

مضمون جيڪو سمجهه ۾ ڪنهن کي نه ٿو اچي
ادبي سنگت ۾ ساڳيو ئي شهڪار ٿو ٿئي

گوري ۽ ڪاري ۾ ڪو فرق ئي رهيو نه آ
ميڪپ جي ڪوالٽيءَ تي انحصار ٿو ٿئي

"ويلڻ" رکو وسي ئي نه ٿي مڙس جي مٿان
ان تي به ٿي پوي جو طرفدار ٿو ٿئي

ٿيري ٻهارو، عزت مٿان، ٿي هلي وڃي
نيلام عزت جو سرِ بازار ٿو ٿئي

زالن جي ظلم کي ڏسي، مردانگي ۽ نفس
دنيا ۾ مرد ذات جو بيدار ٿو ٿئي





وڏيري مار ڏياري ۽ پوليس ڪئي ڪاروائي آ
ڏني هڪ "سچ پتري" ۾ عمر ڀر جي ڪمائي آ

اڇا ڪپڙا، ڪيا خالي، رڳو منهن جي پڪائي آ
اندر خالي ۽ ڪوڪو آ، ڪري گهر وٺي سچائي آ

ڪمائي ٿو ڪراڙو بابو ۽ باقي ٽڪڻ وارا
نون ڀائن ۽ ڀن ڀيڻين ۾ باقي واندڪائي آ

ڏسون ٿا جنهن جو ٻي جهيڙو، ٽپي پئون ٿا ڏيون ڪائڻ
اسان ٻي گهٽ ڪندا ناهيون، وڏي جو ترڙپائي آ

انهن ڏينهن ڪان "اديب" آهي سيني جو زوال آيو
ابي - ڏاڏي جي هر چوٽي اسان جڏهين پلائي آ





ڪيهان ٿو روڊ ۽ رستا نه ڪيسي ۾ جو پائي آ
"رلهي" مون ملڪ جي محبت ۾ گهر واري ڪپائي آ

هو سمجهي پيءُ پنهنجي جو سچو ويو ملڪ کائي آ
نه ڪوئي پيٽ ۾ ڳڙڪو نه ڪائي اوڳرائي آ

صبح فوجين سان، جلسا شام جو ۽ رات جو ڌاڙا
ڏسو چالاڪ چورن ڏيکاري هٿ جي صفائي آ

رڳو هڪ پٽ پنهنجي جي "نبي" قرباني ڏيڻ چاهي
مگر هن قوم جي ڪنڌ تي ڪٽي ڪاتي وهائي آ

گهڻن جو گوشت جيڪو "عيدالاضحيٰ" تي هيو ڪاڌو
مهينو ويو لنگهي ليڪن نه دستن ۾ جهڪائي آ

ڪڪڙ ۽ ڪوفتا، حلوا، پڙيون ،زردا ملن ڪائي
وڃي ٿو ٺوڪبو جڻ ٺوڪڻن ۾ گيس ڪائي آ

پسند جيڪا ڪيان ٿو سا به شادي شده ٿي نڪري
اسان ڪنوارن جي قسمت ۾ برائي ٿي برائي آ

"اديب" اوهان جي شعرن جو نتيجو نڪرڻو آهي
سڀي ٺرڻي ڪري ٽانڊا ٿو ٽلمي جيان ٽپائي آ





ڪنهن سياست سان، نه ڪم سرحد سان
ڦاسجي پيا آهيون نيت ـ بد سان

سال گذري ويا نه ٿو نياڻو ميجي
منهنجي توبهه آ ٻنهين جي ضد سان

گند ناهي ڌوئبو ڪنهن گند سان
گند هڪ جهڙو نه آ گلقند سان

ڇوڪري اهڙو نه ٿي ميڪپ ڪري
ڇيڙي ٿي هر ڪنهن کي شدومد سان

پير جنهن کي اصل ڪان ناهن رهيا
اهڙي سياست ٿي هلي بت ـ قد سان

لوسي لٻاڙي دنيائن مان "اديب"
پاڻ بچايو آ جدوجهد سان





آئيني آڏو سڄو ڏينهن آهي پنهنجي خيال تي
"وار" جو نالو ئي ناهي، زور آ "زيبال✦" تي

شهر واسين جو ٿو بنگلن، ڪار، شاپنگ تي هلي
ڳوٺاڻن جو عشق چلڙي ۽ رڳو رومال تي

ڪونه ٿا ڪم ڪار ڪن ته به ٿا ٿلها ٿيندا وڃن
رحمتون آهن لکين "مولا عليءَ جي آل" تي

ليڊيءِ ڪپڙن ۾ اهو ئي آهي هڪڙو فائدو
سوٽ ۽ بوشرٽ ٻنهي ويا رڳو هڪ وال تي

عشق ۾ ڪڙيون لڳن، در در تي جي وڃڻو پوي
غم ته ڏهن بي ڪرڻو ناهي اهڙي صورتحال تي

وس هلي ئي ڪو نه ٿو خود جڏهن پنهنجيءَ زال تي
چو نه چئون گڏجي ته آهي حيف اهڙي حال تي

---

✦ وارن وڌائڻ جو تيل





"رهزن" هيو جيڪو، سو ٿي "رهبر" ٿي پيو آ
سازش ۽ ڪپٽ سيني جو "زيور" ٿي پيو آ

چوگرد رڳو قومي رڪن، ان جي ڦرن ٿا
ڪيسا جو ڪٽيندڙ هيو "ليڊر" ٿي پيو آ

وئي آ جو حڪومت، ته نفعا جنهن هيا ورتا
پر شور هڻي نعرا "قلندر" ٿي پيو آ

هڪ ووٽ رڳو پنهنجو پيو زال ڏنو ٿس
هارائي اليڪشن ۾ "گورنر" ٿي پيو آ

محفل جو "اديبن" جي بگاڙيندڙ هيو، سو
"بد ذوق" ڏسان ٿو ته "سخنور" ٿي پيو آ

"اديب" جون حيرت ۾ اکيون ڦاٽي پيون هن
پنڊ پهڻ جيان ڪالهه ڪان "پٿر" ٿي پيو آ





چوطرف ڦندو ۽ ڦاهي ٿو ڏسان
ملڪ جو اوهي نه واهي ٿو ڏسان

باهه اڳيان ٿي ٻري، پڙڪا ڏئي
پنهنجي پوريان ڪيڏي ڪاهي ٿو ڏسان

بوسنيا، افغان، برما ۽ عراق
هر طرف ڪيڏي تباهي ٿو ڏسان

ملڪي حڪومت ڪي ڊاهڻ ۾ ذرا
ڪٽندي ٿوري بي نه ساهي ٿو ڏسان

ويس مٽيل، هر حڪومت جي اندر
ساڳيو ئي "چن - ماهي" ٿو ڏسان

ڏاڙهي ٿي هڪ هٿ، ٻيو قرآن تي
ڪوڙ تي ڏيندڙ گواهي ٿو ڏسان

تڏڙا شوڪارا پري "اديب" ٿو
ماجرا ڇا يا الاهي ٿو ڏسان



شادي ڪري ڏٺي آ، حالت سقيم آهي
بيگم جي عيد، منهنجي جيون يتيم آهي

جڏهين به پارٽيءَ يا بازار ڏي وڃان ٿو
اڳ "صوبيدار" وانگيان مون واري "ميم" آ

ميڪپ جي خرچ اڳ ئي ڪالو پنجي وڌو آ
اڳتي اجان ڇا ٿيندو؟ رب ٿي رحيم آهي

درباري شاعرن آ دولت ڪمائي، ليڪن
ذهن ۽ ضمير تن ڪي ڪيو شيم شيم✦ آ

شادي ڪان اڳ ۾ ڪلهڻي هئي ۽ هاڻ ڪلهڻي لڳان ٿو
اديب هن دنيا ۾ هر ڪنهن جو نيم آهي

✦ لعنت، ملامت Shame, Shame

گستاخ ڪلامي

ڊاڪٽر ادريس انصاري



ڪستاخ ڪلامي

هلندڙ حڪومتن سان رفاقت نه پوري ٿي آ
۽ ايندڙن جي ڳولا ۾ سياحت نه پوري ٿي آ

هڪ جي ڏٺي حڪومت، جنھن ۾ ٿي وڃين شامل؟
"سنڌ جا وزير" تنھنجي ته "عادت" نه پوري ٿي آ!

بنگلا پلاٽ، ڪاريون، دولت، زمين، ڪيٽيون
اڳواڻ سياسي جي اڃان حاجت نه پوري ٿي آ

ڪائي ويو ڪکڙ ڪيٽي ته به آنگريون چٽڻ جي
مرشد اسان واري جي، عادت نه پوري ٿي آ

بوڙ ۽ پلاءُ خالص، ڪک وات مان ڳڙي ٿي
تورڙي اڃان ملان جي امامت نه پوري ٿي آ

ڊاڪٽر اديب انصاري





آنگوٺو آ پڙهڻ کي، نقلن، تي زور زوران
ته به ماستر ٿاران شڪايت نه پوري ٿي آ

ڏوهي جي ويو ۽ بيڏوهي جيل ڀوڳيو
وڪيل جي شڪر ٿيو، وڪالت نه پوري ٿي آ

آيا ڄماڻي جي يَتَ، لٿي ٻيڻ شهر وارا
پٽر ڪڇيو ٿي ناهي، تعزيت نه پوري ٿي آ

ڪوٺي تي بيهي عاشق، ٻي کي ٿو ڏي اشارا
پهرين ڏي لکيل خط جي عبارت نه پوري ٿي آ

هڪ کي ڪيائين "ڪاري"، ٻي رات جو "ڀڄي" وئي
خود "ڪارو" ٿيل آ مگر "غيرت" نه پوري ٿي آ

ڪر گول لپڙ ورنه، ڪائيندين مفت ڦاهو
"اديب" جي شعرن ۾ حماقت نه پوري ٿي آ



هوءَ وات جون بندوقون، خودڪار ٿي هلائي
لاڳو نہ قلم جنهن تي، هٿيار تي هلائي

ڪنهن تي غصو ۽ ڪاوڙ، ڪنهن کي چنبا ۽ چاڙيون
بيگم اصل ڪان اهڙو گهر - ٻار تي هلائي

جوڏي، ڪرائي وانگيان، ائين ٿي ڄنگهون گهمائي
جاميٽري واري ڄڻ ڪا، پلڪار تي هلائي

جيسين نہ ننڊ آئي، تيستر پئي جاڳائي
ڄڻ مڙس کي ڪري ڪر چوڪيدار تي هلائي

ڪنهن کي ڏنا ۽ پوزيون، دم ۽ دلاسا ڪنهن کي
ساندهہ ائين ٿي عاشق، ٽي چار تي هلائي

جيڪو ڪٿون رسالو، ان ۾ آ سندس نالو
چورائي مڙس وارا اشعار تي هلائي





زمين جڻ ڳجهي وٺي يا آسمان کائي ويو
خبر ٿي ڪنهن کي ڪا نه پئي، سڄو سامان کائي ويو

"وڏو وزير" خالي هٿ ڪٿي ڏيکاريندو رهيو
"منشي" ان جو ٻي طرف، سڄو جهان کائي ويو

اسيمبليءَ ۾ ميمبرن ٻڌايو قرض بينڪ جو
سراغ ان جو ڪونه آ جو خاندان کائي ويو

بکن ۾ پاهه ٿي مٺا ٿي ماڻهو ساري شهر جا
"فقير وارو مقبرو" سڄوئي "دان" کائي ويو

رات پاڙي واري ڪان ورتوسون پٽ پاروٿو
گهرن ۾ جو پيل هيو سو مهمان کائي ويو

مريض ٿڪندو رهيو ٿي "رات جي ڪينسر" ڪري
جيڪو "پان" کائيندو هو تنهن کي "پان" کائي ويو

"اديب" منزلن تي پهچي ويا هياسون، هاءِ پر
"تنظيم" جي اندر "تنظيمي فقدان" کائي ويو





ونئي قومن جي نالن تي ڪئي چندا - خداوندا
ڪٿان ڪان ڪٽ وڻيا پنهنجي تنهنجا بندا - خداوندا

چغل ۽ چاپلوسي، لٽ - ڦر، چوري، سينا زوري
سمگلنگ، ڪوڙ ۽ هي قتل جا ڌندا - خداوندا

اسان جي "صنعتي ترقيءَ" جي چوڏاري "پراڊڪشن"
رڳيون سلفيون، حقا، چلمون، ڏنڊا، ڪرنڊا - خداوندا

رڳي پرڏيهي ملڪن جا اجايا ٽا ڪڻون نالا
ڪڻي خود ملڪ جا آهن ڇڏيا ڪنڌا - خداوندا

ڪيون غلطيون ڪئي آهن، برابر هي ميون تا ۽
اسان سڀ تنهنجي آڏو آهيون شرمندا - خداوندا





عـشـق جـو اظهار چاهيان ٿـو پيـو
سينڌلن جـي مـار چاهيان ٿو پيو

"ياءُ" مون کـي ٿـي سڏي هر هر اُها
جنهن سان پڪو پيار چاهيان ٿو پيو

ٿي وڏي، مون سان ٿي جيئن شادي ڪري
هيرائڻ هڪ "ٻار" چاهيان ٿو پيو

بيماريءَ ۾ "نــرس" ڳالهائيندي آ
مـان به ٿـيڻ بيمار چاهيان ٿو پيو

"ڪُتي جي آڪاڙي" ۾ رڙيون ڪري
ٿـيڻ گلوڪــــار چاهيان ٿـو پيـو

جاڻ ناهي جڏهن ڪنهن شيءِ جي "اديب"
ٻـوءِ ڇا آخرڪار چاهيان ٿو پيو





منهنجو عقيدو آهي ته جيڪا قوم پاڻ تي
دل کولي کِلي سگهي ٿي اها ڪڏهن به
غلام ٿي نه ٿي سگهي

— مشتاق احمد يوسفي





# پنجابي فلمن جي ڪيسيٽ

ڏ ڏ ڏ  ڏ ڏ ڏ ڏ ڏ ڏ ڏ ڏ ڏ

گولين جي بوڇاڙ هُئي

للڪار هُئي

رڙيون، روح ۾ راڙو هو

"مينهن" جو جڻ "واڙو" هو

سوچ ۾ اوڙو پاڙو هو.





پاڙي جي هڪڙي ماڻهو

"ريسڪيو ١٥"✦ تي فون ڪري، اطلاع ڏنو

جلد پوليس وٺي پهچي

گهر کي گهيري ۾ آڻي

جيئن پوليس هنيو ڇاپو

وي سي آر تي "پنجابي فلمن جي ڪيسيٽ"

نڪتي!

---

✦ پوليس جو فوري هنگامي طور تي
پهچندڙ فورس (Rescue-15)





"حماقت"، فني اهميت جي حامل ٿي ٿئي "حماقت" جو مخفي شعور تبديل ٿي "ظرافت" جي شڪل وٺي ٿو

— سگمنڊ فرائيڊ



نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سوره ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محلہ، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

## اڻ ڇپيل ڪتاب

ڌرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع

سائر سهس ڳجھ (شاعري) 2021ع

بره منجهارا بوند (شاعري) 2022ع

صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل


موبائل نمبر : 0344 – 3919786

0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com





# عوامي دور

دور آيو آ عوامي – ٿو چوان
چوطرف آ نيڪ نامي – ٿو چوان

مان ٿي آهيان هڪ جمهوريت پرست، بس
جمهوريت جي لاءِ ڪڍيي سرڪس
آمريت پسندن کي ڪري تهس، نهس
سڀ مخالف هڏحرامي – ٿو چوان

پير، موالي يا نمازي ڪري
سرخو، سياستدان يا قاضي ڪري
پنهنجي لئي جيڪو بيان بازي ڪري
آمريت جو تنهن کي حامي – ٿو چوان

آمريڪا، روس کي هر روزگار
پر نه آيو شرم، وٺڻ ۾ اڌار
پاڻ تي پڙدو وجهي، ٿي پڙديدار
ڏسڻي ناهي پنهنجي خامي – ٿو چوان

لعنتي ڪافر سان پنهنجو ضد ته آ
زهد ناهي، نالو ته به زاهد ته آ
نمازي ناهن ڪٿي، مسجد ته آ
ملڪ آهي اسلامي – ٿو چوان





# بجيٽ

اسان جي ملڪ جي عجب "بجيٽ" آ بڻائي وئي
بجيٽ ڪرڻي ڪانءِ ويو، بجيٽ ڪنهن کي ڪانءِ وئي

"خزاني جي وزير" جي بجيٽ تي وري تي ٻڌي
"ابي" آ آپکهات ڪيو پيو آهي "ياجائي" وئي

اصل بجيٽ خبر ناهي ڪهڙا رنگ لائيندي
اڃان ته هيءَ رکو "مني بجيٽ" آ سنگهائي وئي

ٻچيل سچيل هلن جي ڍانچي کي ٿو اينءِ لمورجي
"لن" جي ٽوپي گهاٽ تي آ جيئن ڪئي ڏلائي وئي

صحت ۽ علم ترقي لاءِ آهي "چاچ" ٿي ٻچي
"دفاعي بجيٽ" واري "ڏچ" سڄو ٿي ڪير ڏائي وئي





# روزيدار

سڄو ڏينهن وانڊڪائي ۾، نه ڪنهن ڪم ڪار ۾ آهيان
رکيو هڪڙو به "روزو" ناهه، "روزيدار" ۾ آهيان

چڙهي فل سوٽ، بوشرٽون، قميص - سلوار ۾ آهيان
ڪم از ڪم هڪ مهينو "مسلماني ڪردار" ۾ آهيان

نمازين جا وجهي جوتا سمورا پنهنجي بوڇڻ ۾
ڪٽائي آيو ڳاڙهي ٽي "لنڊي بازار" ۾ آهيان

منجهند جو ماني کاڌي آ، لڪي سگريٽ پڻ پيتا
مگر سڄ جي لهڻ کان اڳ ٿي "افطار" ۾ آهيان

ڪرائي بند سنيمائون، ڪيبل ۽ هوٽلون سڀئي
دنيا جي مسلمان بڻجڻ جي انتظار ۾ آهيان

ڳهنا، ٻڪرا ٻڪاريان ٿو، قيامت ۾ لڀائڻ لئي
جو قاتل وار ڪان سنهڙي، تکي تلوار ۾ آهيان





# صحافي

لکندس مان ليک سخت ـ صحافي آهيان
يا ڏي پلاٽ مفت ـ صحافي آهيان

پوليس، اسپتال، وڏيرن مٿان لکي
قبلو ڪريان ٿو درست ـ صحافي آهيان

جنهن لئي ڏيان ٿو ليک نه بدلي ٿيو وڃي
نڪري نتيجو ترت ـ صحافي آهيان

جلسي ۽ حادثي ۾ ٿو پهچان اڳي اڳي
جاتي ڏسان ٿو پتُ ـ صحافي آهيان

جيڪو هلي ٿو ملڪ ۾، سڀ ٿي خبر پوي
ڏينهن ـ رات آهي گشت ـ صحافي آهيان

ڪرڙ ۽ بدوڙ سان ڪڍي راز ٿو وٺان
سون کي آ ڏاڍو خفت ـ صحافي آهيان

ڪنهن سان هلان ٿو فلم جي "سلطان راهي"✦ جيان
ڪنهن لاءِ "ساڌو سنت" ـ صحافي آهيان

---

✦ پنجابي فلمن جو هيرو، جيڪو ماڙ ڌاڙ جا ڪردار ادا ڪندو هو.





# دوستي

شادي، مڱڻي ۾ اچي ٿي ڪم انهن - جي دوستي
خوامخواه بدنام آهي "ڪڌڙن" - جي دوستي

شعر لکرائي بها تي ٿو وڏو شاعر لڳاڻ
وٺڻو آ "ايوارڊ" ادبي، پل ته اڻ پڙهيل هجان
بس ڪرڻ چاهيان ٿو مان ايڊيٽرن - جي دوستي

"ايم پي اي"✦ ڇا ٿيس، هر ڪو ڏيڻ دعوت لڳو
فون آيو ڊي پي او، ڊي سي، وڏيري، پير جو
آءُ هڪڙو، ڪريان ڪيڏي ڪيترن - جي دوستي

مفت ۾ پرڏيهي وفدن ساڻ ڪرڻو آ سفر
هي صحي آهي ته بدلي مرضي جي ڪندس مگر
جيل تي گهمرائي ٿي ليڊرن - جي دوستي

---

✦ صوبائي اسيمبلي ميمبر MPA



# انتخابي نشان

انتخابي نشان "چادر" آ
ڪنهن جو "ٻڪر" آ، ڪنهن جو "ٻلار" آ
"ديڳڙو" ڪنهن کي آ الاٽ ٿيو
ڪنهن وري شوق مان ڪلي ورتو
انتخابي نشان "لولي" جو
پنهنجي خوشحال خان پولي جو

ڪو "جهازن" تي ٿيڻ گهري هوار
ڪو ٿو چاهي ڪرڻ ٽڪي "تلوار"
ڪو نه چاهي ٿو بس "هٿوڙو" هجي
"ڏاند گاڏي" يا ڪرڻي "گهوڙو" هجي
ڪو نشان "تير ڪمان" ٿو چاهي
پولنگ ايجنٽ "شيطان" ٿو چاهي

"لوٽو" چاهي پيو ٿو رانديڪر
ڪو ٿو چاهي رکو "قلم - ڪاغذ"
ڪوئي چاهي ٿو "چنڊ ۽ تارو"
ڪنهن جو "آنن" جي آ مٿان آرو
ڪو گهري ٿو نه عاليشان هجي
"پان - سگريٽ" جو نشان هجي

پاڻ کي ان تي آ اُپو هٿڙو
جيڪو ڏوڪڙ جو آسرو ڏيندو





# نئين چوٻاري

پير، وڏيري، سياستدان ۽ ڌاڙيلن جي ياري آهي
ميرن جي اِڪ چوٻاري هئي، هاڻي هيءَ چوٻاري آهي

پيڙي پيئندي آهه وڏيري چيو: "هي منهنجي چال ڏسو
ڪوڙن ڪيسن سان مسڪينن جو ڪيو هيڏو حال ڏسو
هاري، ناري جي گهر گهر ۾ ٻڙڌڪ ۽ ٻاڪيتال ڏسو
ٻڌ ۽ ڇوڙ ڪري ٽاڻي سان ٽاهيو آهي مال ڏسو
قرض ۾ قاتل راڄ سڄي کي نفسياتي بيماري آهي"



سياستدان ٺهڪ ڏئي چيو آ: "ماڻهو پاڳل ٿاهيان ٿو پنهنجو پاڻ لُٽڻ ٿا ويٺا. ڏيکيون جلسن وڃايان ٿو ڪرسيءَ خاطر ملڪ سڄي جي ماڻهن کي ويڙهايان ٿو بيان ڏئي فرقيواريت جا. ٿر بر آڳ لڳايان ٿو قوم سڄي بي زر آهي، ليڪن حاڪم "زرداري آهي"

پير سونهاريءَ تي هٿ ڦيري، ڪنگهندي هي اعلان ڪيو: "تعويذن، ڦوڻن، ڦيڻن سان آهي ڪم آسان ڪيو درگاهون آباد ڪري، مسجد، مندر ويران ڪيو "رام" جو نانءُ وساري ماڻهن، مونکي ئي "ڀڳوان" ڪيو منهنجي آڏو جهڪندي قوم هيءَ اڳياڙي، پوياڙي آهي"

مُڇ کي تاءُ ڏئي ڌاڙيلن، پنهنجو اوچو ڳاٽ ڪيو "افراتفري ڦهلائي آ ملڪ کي شمشان گهاٽ ڪيو هرهنڌ بم ڌماڪن، باهين، گولين جو کڙڪاٽ ڪيو اغوا، ڌاڙن، چورين، ڦرلٽ، سان ويران، گهر گهاٽ ڪيو ڏينهن ڏٺا ٿي پيا ڏرڻين تي، رات ٻڌائي ڀاري آهي"





# ليڊري

اڄڪلهه هلي ٿي عام ڪرائي - جي ليڊري
ڏسڻ وٽان آ پنهنجي پرائي - جي ليڊري

ٿوري مدت هلي جا حڪومت پوي، ڪري
ٿوري مهل جي جنهن ۾ ملي ٿي منسٽري
اڳواڻ سياسي جڻ ته ڪري ٿو مسافري
هوءَ اصل منجهه چئجي "سرائي" - جي ليڊري





ڏينهن - رات واري ننڊ ۽ آرام تي ورچي
"ليون" ڏيڻ سان "ملڪي استحڪام" تي ورچي
ڪڏهن "سنڌ" تي ورچي، ڪڏهن "اسلام" تي ورچي
مٿي جو سور آ وڏي پائي - جي ليڊري

ڪرڪيٽ رانديگر جي، ڪٿي باڪسر جي آ
ٻنهي هٿن سان لٽڻ واري آفيسر جي آ
سرمائيدار، فوجي، سنت، سمگلر جي آ
ڪٿ آ سلان جي ۽ ڪٿي ٻائي - جي ليڊري

جرمن، يمن وِيا ڳڏجي، ملي بارڊر وِيا
آمريڪا کان اچي "نوان ورلڊ آرڊر" وِيا
ورڪرو ٿي ڪارخاني جا سيئي "شيئر"✦ وِيا
ڪانهي "خساري" جي، آ "ڪمائي" - جي ليڊري

"هيلو" جي ليڊري آهي "هائي" جي ليڊري
"ڳاڙهي" جي ليڊري آهي "سائي" جي ليڊري
مصروف جي ڪٿي آ، اجائي جي ليڊري
لهنڊڙ جي ڪانهه ٿي رهي، آئي - جي ليڊري

---

✦ حصو پتي Share





# سنڌي سياست

اسان جي سنڌي سياست جي عجب ڪهاڻي پڪل آهي
وئي آ پيـنگ تي پائو، رڳو نالو بچيل آهي

سڀئي دنيا بدلجي وئي، اسان وٽ پر اهي نظريا
اهي ليڊر، اهي ورڪر، اهي جلوس ۽ جلسا
اها جيئي، اها ورنه..... ۽ مرده باد جا نعرا
هلايون ٿا اها هر هر، جيڪا ڪيسٽ گسل آهي

اهي پاڄا، وڏا چولا، ڪلف، اجرڪ، سنڌي ٽوپيون
ڪلاشنڪوف ۽ پستول، هٿن ۾ نلڊيون سونٽيون
چوڙ ۽ ڪرڙ ۾ ڦيرو، ڪبوتر جيان ڏيڻ ڏونٽيون
ڪو پير سڪي، لرو، ڪاڪرس ۾ ڪلهه ڪان ستل آهي



جو اغوا، چوري، ڌاڙي ۾ ٻڌل آهي، وڏو ليڊر
اهو "لالوءَ جو لشڪر" اهي واڪا، رڙيون، ڌمچر
ڇڏي "لينن" جون راهون، انقلابي ٿيو آ منسٽر
اهي انگڙ ونگڙ راهون، ڏسيندڙ ٿي منجهيل آهي

سنڌي ماڻهو بچائڻ لئي، جڏهن اڳواڻ گڏجن ٿا
صدارت واري ڪرسيءَ تي اول ۾ پاڻ الجهن ٿا
سڌي هڪٻئي کي ملن، چور ۽ ايجنٽ اٽڪن ٿا
آ نڪتل اک ڪنهن جي ۽ ڪنهن جو بازو ڀڳل آهي

ڪنهن جي ڏاڙهي صفا ڳاڙهي، "مڪيءَ" جو جڻ جهنگل آهي
ڪو ورتل آهي "ٽي-ٻيءَ" ۾، ٿلهو ڪرڙي جبل آهي
لڪڻ ڪنهن جيءَ تان ماڪڙ جڻ ته کائي وئي فصل آهي
اڳٽ ڪنهن جو پيو لڙڪي ته ڪو ٻوڙو ٻڌل آهي

ڏسي ناريون واڇون ليڙي، ڪو ڏاڙهيءَ کي ڪنهرائي ٿو
گنجائپ کي لڪائڻ لئي مٿي تي "وگ" پائي ٿو
پيل آ ڪوٽ گرمين ۾، ته ڪو مينڌي لڳائي ٿو
ڪنهن کي زڪام، رڙي جي لوري ٽڙنڪر لڳل آهي



سماج اندر حق، سچ، پيار، امن ۽ آجپي جي بالادستي قائم ڪرڻ ۽ ناحق، ڪوڙ، ڪپت ۽ ڪيني کي نيست ۽ نابود ڪرڻ لاءِ "مزاحمت واري طبيعت" جيڪا هن طنزيا شاعريءَ جي "سرجڻهار" جي وجود جو حصو آهي، سا ڪيس ڪنهن به موڙ تي خاموش رهڻ ۽ بي حسيءَ واري زندگي گذارڻ نه ٿي ڏئي. "هو" هر روپ ۾ متحرڪ آهي. شاگرديءَ واري دور ۾ سياسي اڳواڻ، تاريخدان، ترجما نگار، اديب، شاعر ۽ ڊاڪٽر جي هيءَ طنز و مزاح واري شاعري به سندس انهيءَ اڻٿڪ جدوجهد جو تسلسل ئي آهي. هو شاعري وسيلي اعليٰ سماجي قدرن جي پاسداري ڪري ٿو ۽ انهن جي بقا لاءِ ئي لکي ٿو ته جيئن انسان ذات، هن ڌرتيءَ تي غير مشروط خوشيون ماڻي، امن ماڻي ۽ آجپو ماڻي.

ڊاڪٽر "اديب" انقلابي "سنڌي ادب" کي "طنز و مزاح واري شاعري" جو هي تحفو ڏئي نه رڳو پهريون ڀيرو سنڌي ادب ۾ ان قسم جي شاعريءَ جي کوٽ جو پورائو ڪيو آهي پر هن شاعري جي پڙهندڙن کي، برائين ۽ بڇڙاين جي خاتمي لاءِ انهن مٿان حملي ڪرڻ جو اهڙو ڏڱ ڏيکاريو آهي، جنهن ۾ نه آهي جان جو جوکو ۽ نه ئي وري ڪو الڪو. سچ جي ڪوڙي تڪي کي مزاحيا شاعريءَ جي چاشني چاڙهيو ۽ پوءِ هر فاسق کي سندس منهن تي ٺهڪائي وڃڻ پاڻ ۾ ڪلو نه ڪيس ۾ ڪلايو. پوءِ اها ڪل اوهان لاءِ اطمينان جو سبب بڻجي نه وري فاسق جي منهن تي ٻي منافق جي ليبل جيان ظاهر ٿي پوندي ۽ پوءِ سچ ۽ ڪوڙ جو فرق به صاف ظاهر ٿي پوندو ۽ بس ڪوڙ جڏهن هڪ دفعو ظاهر ٿي پئي ته ان جو خاتمو به اوس ٿيڻو آهي.

**مختيار سمون**

